# آءٌ امرتا پريتم ناهيان

ڪهاڻين جو مجموعو

## صنوبر سيد

سنڌ رنگ پبليڪيشنس
Sindh Rang Publications

ڪتاب جو نالو: آءُ امرتا پريتم ناهيان.
موضوع: ڪهاڻيون.
ليکڪا: صنوبر سيد.
ڇاپو: پهريون.
سال: 1996
ٽائيٽل تصوير: ڪيپٽن پرويز سعيد جي ٿورن سان
ڇپائيندڙ: سنڌ رنگ پبليڪيشنس حيدرآباد

قيمت: ويهه رپيا
Rs; 20/=Only

AUN AMARTA PREETAM NAHYAN
(I'M NOT AMIRTA PREETAM)
A collection of Short Stories in Sindhi Language
written by: SNOBAR SAYED.

Published by: Sindh rang puplications Hyderabad
Sindh. Pakistan
Year of Publication: 1996.
Title Phottograph by thanks of capt. parwez saeed

# ارپنا

انهن محبت ڀرين جذبن جي نانءُ
جيڪي لوڪ ڪان لڪي
نيٽن جي وينتي ليشنز مان
ليئا پائيندا رهيا
پر ڪڏهن به
چپن جا در اورانگهي نہ سگهيا

منوبر سيد

# ستاءُ

**ليکڪا پاران**

# خود ڪلامي

هيءَ آواز .......؟!
مسلسل آوازــــ نہ سمجهہ ۾ ايندڙ ٻولي، لفظ جا هڪبئي ڪان ٽٽي ويل پڊ ـــ ڇڙو ڇڙ آواز ......

ڇڙو ڇڙ انسان
انسان ..... ازل ڪان اڪيلو، ڇڙو ڇڙ، عارضي رشتا / زنجيرون! دوڪو..... دوڪو.....دوڪو.....ڇوڙس دوڪو.زندگي شروعات دوڪي جي .
متلاشي انسان سهارن جو، سهارن جي آڙ ۾ لڪل دولاب جو. دولاب جيڪو هو ماءُ جي ڪک ڪان پنهنجي ڳٽ پايو ايندو آ ممتا..... ؟
انانيت جو مٺيل نانءُ، "ماءُ پيار جي ديوي هوندي آ". پر صرف پنهنجي ڪک مان جنميل زندگيءُ لئہ. پيار تہ پيار ئي هوندو آ نہ. حدبندين ڪان آزاد، بي غرض ۽ بي لوٺ، ان ۾ پنهنجو ڇا، پرائو ڇا!!
خودپرستي -ڇوڙس خودپرستيءُ جي ڪارنهن ۾ دونهاٽيل وايومنڊلــ ۽ پيار.....؟
هن بہ پيار ڪيو هو، پيار ڪي پائي نہ سگهيو ۽ سنڌوءَ جي هندوري ۾ لڏندو وڃي موت جي آغوش ۾ ليٽيو هو. ڇا پيار ڇڙو پائڻ جو نانءُ آ؟؟؟
پيار ۾ ڪوتياڳ جو امرت چکڻ لئہ بہ تيار ناهي! ڇا آهيءِ سڀ ڪجهہ؟!
اسان سڀ بي وقوف آهيون - اسان - زندگيءُ ۾ هڪ ئي جملو پنهنجي وجود تي اُڪاري ڇڏيو آ. "چاهڻ ۽ پائڻ". چوڌاري طرف اونداهہ انڌوڪار. اسان جي اڌورين حسرتن جي مڪروہ ڪارنهن، اسان جي اکين تي ڪارا ڏنڊ جا تهہ ڄمائي ڇڏيا آهن، جيڪي نہ لهن ٿا، نہ وڪرن ٿا. اسان سڪون ۽ شانتي چاهيون تہ ٿا، پائي نہ ٿا سگهون، جو ڏنڊ ئي ڏنڊ آ، ڪجهہ بہ تہ ڏسجي نہ ٿو.

خواهشون....حسرتون....اونداه...اونداه...اونداه....!
هو پنهنجي ڇهن ٻارن ۽ زال کي ڇڏي، پاڙي ۾ رهندڙ بنگالڻ جي ڌيءُ کي ڀڄائي ويو.... زال گاسليٽ هاري نانڍڙي ماچس جي تيلي سان پنهنجو سڄو سارو وجود ساڙي رک ڪري ڇڏيو.
ٻار.... گندگيءَ جي ڍيرن جو ڪچرو پنهنجي پيٽ ۾ سمائڻ لاءِ زنده رهندا. (ڪچري جا ڍيا)
بس فراريت....فراريت....فراريت....!
ڪا خبر ناهي جيون ڇاهي؟ ڇو آهي؟ ڪنهن لئه آهي؟!.
ڪنهن شيءِ جي اهميت آهي؟ ڪنهن به شيءِ کي اهميت ناهي.
جڏهن زندگي ئي پنهنجي معنيٰ وڃائي ويهي ته زندگيءَ کان هٽي باقي شيون ڪهڙي اهميت ٿيون رکن!
"ڪرسي" دنيا جي اهم ترين شئي آ" - ڪرسي.... جا ڪروڙين انسانن جي ڪچيل سسين جي ڍير تي رکي ويندي آ. جنهن کي رسڻ جي لئه پر جوش ڳڀرو (ڳڀيلن) نوجوانن جو ٽهڪندڙ خون، معصوم نياڻين جي عصمتن، وقت کان اڳ ڪنهن وحشيءَ لت سان ماءُ جي ڪک نڪري آيل بيساهه زندگين جو ڍير، آهن ۽ لڙڪن جي درياءَ کي پار ڪرڻ لئه نوٽن جي ٿهيل ناو کي ذريعو بڻائڻو پوندو آ. ڪرسي اهم آ- زندگي ختم ٿيڻ لئه جنم وٺندي آ، ڪرسي ڪڏهن به ناهي مرندي، ڪڏهن به ناهي مرندي.
انسان....ڌرتيءَ تي بوجهه. ڪاش ڌرتي پنهنجي ڪشش ثقل وڃائي ويهي، انسان هوا ۾ اڏندو رهي، اڏندو رهي. پري کان نظر ايندڙ مبهم- ڪوهيڙي جيان مسرتن کان آزاد، خواهشن کان پري، سندر سندر پوپٽن جيان، پونر جيان پرندو رهي اڀ جي نيراڻ ۾، جن جي خواهش، جن جو نقطه نظر صرف سونهن ۽ سڳنڌ هوندو آهي.
سڳنڌ جيڪا پيار جي علامت آ.

امن ۽ شانتيءَ جي علامت آ.
امن....امن....امن.....
شانتي....شانتي.... شانتي....
امن .....؟؟؟!!!!
شانتي....؟؟؟!!!!.

**صنوبر سيد**

# آءُ امرتا پريتم ناهيان

" اف خدايا !

ائين تولڳي ڄڻ دماغ جون نسون ٽڪاءَ ڏيئي ڦاٽي پونديون ٻاهر جي ڪوڙ تي حاوي ٿي ويندڙ ،اندر جو شور ! آواز ! سوچون ! احساس ! سڀ ڪجهه ذهن جي نسن ۾ ساڻيءَ ۾ گڏمڏ ٿي منتشر ٿيڻ ڪيو؟ ٻاهر نڪرندي ڪنهن سان ڪجهه ڳالهايان ٻولهايان ، من اندر جي مونجهه هلڪي ٿئي !" سوچيان پي .

" هينئر ، اڌ رات جو ڪنهن جي مون وانگر ، ننڊ ڦٽي آ جو مون سان ڳالهائيندو ؟

اڱڻ ۾ وچي وڏا وڏا ساهه ٿي کڻان ، اگهاڙا پير ڪري جيڪڏهن فرش تي گهمندي رهان . . . !!"

" هيءَ سوَ جاست سيءَ ، اهڙا تہ ٿڌاري هوندا آهن جو ڄڻ سڄي سياري جي ڪسر ، ٻاهر هرويرو نہ نڪرو ، جي ڪم سانگي نڪرو تہ لوئي ، سوئيٽر پائي ويڙهي نڪرو ، سيءَ تہ پنهنجي جاءِ تي پر احتياط تہ اسانجو ڪم آ نہ " ٻاهر نڪرڻ جو سوچي ئي تي جو ڪجهه دير اڳ چيل مائٽن جا لفظ ڪنن ۾ ٽا پونس .

" احتياط ...! "طنز مان ٿي چوي .

" امان ! اندر ۾ ٻرندڙ شعلن جي مقابلي ۾ هيءُ سيءَ ..... ڪجهه بہ ناهن ، سوڙ لاهي ،ٽپ ڏئي اٿي ٿي ويهي ، ڪي پل چپ چاپ ويٺي آ ، اوچتو ڄڻ ڪجهه ياد ٿو اچيس ، پيرين اگهاڙي ، ٽڪڙي ٽڪڙي اچي ٿي دريءَ جو پردو سرڪائي ، بلٽ لاهي دريءَ جا ٻئي تاڪ کولي ٿي ڇڏي . سيءُ سڄي جسم کي ڏڪائي ٿو ڇڏيس.هوا جا يخ ٿڌڙا جهوٽا ، بنا ويڙهيل الجهيل وارن کي لوڏي اچا بہ الجهائي ٿا ڇڏنس ڪيئي پل دريءَ ۾ منهن وجهيو بيٺي ٿي رهي .

هڪ تاڪ کليل ڇڏي ٻئي کي بند ڪري ، ڊريسنگ ٽيبل جي آڏو پيل اسٽول تي ويهي ٿي رهي ، وارن کي هٿن سان ٿي ڦٽي ڏئي ،هيٺ سرڪي ويل ڪانٽي سان هڪ دفعووري " پن اپ " تي ڪرين ، وڏي اچي زيرو جو بٽڻ ٿي

ڪولي ڪمري ۾ پهريون ڦهليل اونداهي ، نيري رنگ جي روشنيءَ جو روپ ڌاري ٿي وئي .
هوءَ ڊريسنگ ٽيبل جوخانو ڪولي ، ڪجهہ ڪتابن جي هيٺان رکيل ڊائري ٻاهر ٿي ڪڍي ، ڊائري هٿ ۾ ئي جهليو ئي سوچي ٿي ،

" سچ چيو ا
ڪنهن ،ڪتاب انسان جو بهترين دوست ا ، پر ڊائريءَ جهڙو همراز ، شايد ئي ڪو دنيا ۾ هجي !"
" ڊائري ......جيون ڪٿا !"
" جيون .....چا ڏنو آ جيون ، جو ان جي ڪٿائن کي ريپيٽ ڪرڻ هلي آهين "دل ئي دل ۾ ٽوڪي ٿي پاڻ کي .
" هر شيءِ ۾ رڳو حاصل جي توقع ناهي رکبي ". پاڻ کي پاڻهي مشورو ٿي ڏئي .
" پر بہ ...مون کي تہ گهٽو ڪجهہ مليو آ ، ايڏو ...ايڏو ...جو ... " برف ٿي ويل هٿن ۾ ڊائري ڏڪندي ٿي رهيس .
" الائي ڇو اڄ ، ڊائري ڳري ڳري پئي محسوس ٿئي !؟ مان ئي ٿڪجي پئي آهيان ، ڊائري تہ پوءِ بہ ڪاغذ جي ٺهيل آهي " پاڻهي سوال ڪري پاڻهي پاڻ کي جواب ٿي ڏئي .

" ڇو لکندا آهيون ڊائري " ڊائري جا پنا اٿلائيندي ، آئيني ڏي منهن ڪري پاڻ کان سوال ٿي ڪري .
" ڪنهن پئي کي پنهنجي ڏکن ۾ شيئر ڪرائڻ لاءِ ؟ ها ! صحيح تہ آهي . ڊائري بہ ڏک شيئر ڪندي آهي ، چاهي جو حل ڪونہ هوندو اٿس ، ڪنهن بہ پرابلم جو ، پوءِ بہ اهو گهٽ آ تہ هن افراتفريءَ جي وايو منڊل ۾ ڪنهن وٽ پنهنجي ڏکن جي پيڙائن جي چند چاڻ ڪجي ! ڪيڏا لمحا ، مقيد آهن ، هنن سو ڏيڍ سو صفحن جي ڊائريءَ ۾ .....هر صفحي جو پنهنجو هڪ الڳ داستان آهي ......
ماضي ، الائي ڇو اسان لڳندو آ ، ماضيءَ جهڙي حسين دنيا ٻي آهي ئي ڪونہ هر گذري ويل پل ، جنهن کي وري حاصل ڪرڻ جي اميد ناهي هوندي ! ، حسين لڳندو آ ، ماضي ...پاڻيءَ تي لکيل تحرير ، جنهن جي ڏنڌلي ڏنڌلي عڪس جي روشنيءَ ۾ مستقبل جا منصوبا سوچيندا آهيون . سوچيندي سوچيندي اڌ مٽي جا وار ، پنهنجو اصل رنگ وڃائي ويهندا آهن . ڪيڏو ڪجهہ وڃائي ويهندا آهيون ، سياڻي جي اميد ۾ ! ۽ اها سياڻي ٻي سياڻي جي اميد ۾ ، ائين هر " سڀي سياڻي " جي اميد ۾ ، اوسيئڙي ۾ پيا ، اڄ جي ڪٿن لمحن کي ڏڪيندا آهيون . خبر ناهي تہ اها سياڻي ، ايندي بہ آهي يا نہ ؟! ۽ پوءِ " اميد تي دنيا قائم آ ، جو ٽيپيڪل جملو چئي ، اڳتي وڌڻ جو ساهس پيدا ڪري ويهندا

آهيون من ۾ ا" سوچيندي ٿي رهي .

" مان ته عجيب آهيان ! اڌ رات جو اچي ماضي ،حال ،مستقبل جي چڪرن ۾ پئي آهيان . ڊائري هٿ ۾ ٿي پئي آ ۽ مان شروع ٿي وئي آهيان پاڻ سان ڳالهائڻ ۾ . " پاڻ کي ٽوڪيندي . اسٽول تان اٿي وري اچي بيڊ تي . گوڏن تائين سوڙ ڇڪي ويهي !

" ڪيڏو سٺو لڳندو آ . پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ ڪيڏو اطمينان هوندو آ ته جي ڳالهه اڻ وڻندڙ به هجي ته به ڪو مائينڊ ڪرڻ وارو ناهي هوندو ۽ اهو پاڻ سان ڳالهائڻ وارو عمل بنان آواز . بنان چپن کي جنبش ڏيڻ جي سچو ڏينهن هلندو رهندو آ . تان جو ننڊ ڪانپوءِ جڏهن انسان زندگيءَ ۽ موت جي به واٽي تي پهتل هوندو آ ته به اهو ساڳيو ئي " سيلف نيگوسيئشن" جو عمل جاري هوندو آ . امان وڏي چوندي آهي . " سمهجي گهٽ ،بلڪ ننڊ ۾ به ذهن سجاڳ رکجي . نه ته جهڙو ماٺو مئل . ڪا اوس پاس جي ڪل ئي نٿي پوين !" جيئن سندس ننڊ هوندي آ اٿين لڳندو آ . گهري ننڊ ۾ ستي پئي آ پر جي ڪو پرسان لنگهيس . ڪوهلڪڙو ڪڙڪو به ٿيو ته يڪدم پڇي وٺندي ." ڪير آن ؟"

" منهنجي لاشعور ۾ شايد امان وڏي جي ڳالهه ويهي رهي آهي . جو اڪين بند ٿيڻ سان . ننڊ اچڻ بعد . چپن ۾ جنبش اچي ويندي آهي ۽ اهو ڪجهه ،جيڪو سچو ڏينهن ذهن جي ٽيپ رڪارڊ ٿيندو رهندو هو يا لاشعور ۾ وينل ڳالهين/سوچين جي آڊيو ڪيسٽ شروع ٿي ويندي آهي . محسوس به ڪندي آهيان ته منهنجي اندر جو آواز ،چپن جي سرحدن کي ڪراس ڪري هوائن ۾ تحليل ٿيڻ لڳو آ پر پوءِ به ان آواز کي روڪڻ لاءِ مون ۾ ڪو اختيار ئي ناهي رهندو! ۽ صبح جو جڏهن امان چوندي آ . " رات جو آيت الڪرسي پڙهي سمهندي ڪر . ناد علي پڙهندي سمهندي ڪر . الائي ڪٿان جو ڪٿي وڃي ٿي پهچين . سچو ڏينهن چپ ! رات جو وري ......مون کي جو ڪنڪي ۾ ننڊ ئي نٿي اچي ته ڊڄي ٿي الائي ڇا !"

مان شرمندگي مان ڳالهه ٽٽائي ناشتي ۾ مشغول ٿي ويندي آهيان يا ماڳهين اٿي هلي ويندي آهيان . من ۾ اهو فڪر ڪنيو ته الائجي ڪهڙي بڪواس ڪئي هوندم .

مان ڇاڪاڻ ته . منهنجا خواب به مون جيان ٽتل ٽتل هوندا آهن . جن جو ڪو به سرو ناهي نظر ايندو . ۽ سچي رات خوابن جي سرن کي ڳنڍيندي ڳنڍيندي ئي گذري ويندي آ . جيئن ڪالهه رات خواب ڏٺم صبح جو امان جي ٽوڪڻ تي اچ الڳ ڪمري ۾ اچي ستي آهيان . ڪالهه رات ننڊ ڪانپوءِ اٿين لڳم ڄڻ مان امرتا جو روپ ڌاري ورتو آ . ماڻهن جو وڏو هجوم آ ۽ مان اڪيلي اڪيلي اڳتي وڌندي پئي وڃان . ڪيترائي مانوس پهرا محسوس ٿي ڪيان . ڪيترائي پنيان سڏ ٿي ٻڌان پر مان اٿين اڳتي وڌندي ٿي وڃان ،ڄڻ پنتي نهاريندي . پنڊ پهڻ

تي وڃڻ جو پتو هجيم . ڪنهن ويرانيءَ ۾ اچي پهتي آهيان ، سامهون ڪتابن جووڏو ڍير تو نظر اچيم ، حيران آهيان تہ هن ويران جهنگل ۾ هيڏا املهہ ڪتاب ڪير رکي ويو آ ، ٿوري ئي دير ۾ اهو ويرانو ، سرسبز باغ ۾ تبديل ٿيل ٿو محسوس ٿئي . مان ڪنهن بت سمان چپ چاپ بيٺي آهيان ، اوچتو ڪتابن ۾ جنبش ٿي آ ، آهستي آهستي تي ڪتاب هڪٻئي کان پري ٿي وکري ويا آهن ۽ انهن ڪتابن جي وچ مان هڪ شخص نمودار ٿيو آ ، ان جو چهرو ايڏو مانوس ۽ پنهنجو پنهنجو ٿو لڳي جو مان ڊڪ پائي هن ڏانهن وڌي آهيان ، ٿوري فاصلي تي بيهي مان هٿ وڌائي ، هن کي ڪتابن جي ڍير اندران ٻاهر ڪيڻ جي ڪوشش ڪئي آ ، مان ائين تي محسوس ڪريان ، چڻ مان اوڏانهن ڇڪبي پئي وڃان تان جومونکي پنهنجوپاڻ بہ ڪتابن ۾ گم ٿيندو ٿو محسوس ٿئي . اسان ٻئي ڪتابن ۾ گم ٿي ويا آهيون ، پرتي وکري ويل ڪتاب ٻہ رڙهي هڪٻئي جي مٿان سٽجي ويا آهن ۽ ڪتابن جي ان ڍير مٿان هڪ گلاب جوبوٽو ڦٽي نڪتو آ .

مان ننڊ ۾ئي" ساحر .....ساحر .....ساحر...!" رڙيون ڪرڻ لڳي آهيان .

صبح جو مٿي ۾ ايڏو سور محسوس ڪيم جو دماغ جون رڳون تنديون پئي محسوس ٿيم . امان بيڊ تي ئي چانهہ کڻي آئي .

" منهنجي تہ ڪو ٻڌي ئي ڪين ٿو ، پڙهيون لکيون آهيو ، سومهڻيءَ جي نماز کانپوءِ بہ ٿي تسبيحون " تسبيح فاطمہ " جون پڙهندي ڪر .سمهڻ کان پهرين ڪيڏا دفعا چيو ٿمانءِ تہ " آيت الڪرسي " پڙهي سمهندي ڪر ، ناد علي پڙهي سمهندي ڪر ، پيو نہ تہ بہ ٽي صلواتون ئي پڙهي ڇڏ ...." امان چوندي ٻاهر هلي وئي . ٻاهر ورانڊي ۾" امان وڏي " ،جيڪا اڄان مصلي تان ڪانہ اٿي هئي ،جو آواز آيو .

" وري ڊني ڇا رات ؟"

" ها الائي ڪهڙو لفظ پئي چيائين ....ها ، ساحر ، ساحر پئي چيائين ."

" ساحر .....! خبر ٿئي ساحر جي معني ڇا آهي ؟!" امان وڏيءَ معني خيز انداز ۾ چيو .

" نہ امان مون کي تہ خبر ڪينهي !" امان جي لهجي ۾ خفتگي هئي .

" ساحر معني ، جادوگر ! پڪ ڇوڪريءَ تي غيب جي نظر ٿي ٿئي .شام سج جا پاڇا لڙن تہ ٿواتي جي مٿي گهرائي ڦٽڪي ۽ ڳاڙهو مرچ رکي نظر ڪڍي وٺجانس . الائي ڇوڪري ڪٿان ڦاتي ؟!!" امان وڏيءَ فڪر مند ٿيندي چيو .

مان سوچيندي رهيس ، سحر ....جادو ، ڇا واقعي جادوءَ ۾ سڀ ڪجهہ ممڪن هوندو آ ؟!

# من اجلو- تن ميرو

جيئڻ ٿي ڪونديءَ ۾ رات ڪان پڇايل ٻرن ۾ هٿ ٿي وڌائين ته اهي پرنديون پاڻيءَ ۾ تحليل ٿيڻ لڳيون ، تڏهن ڪيس پنهنجون آڱريون انهن پنل سرن جي مٽيءَ ڪان ٻه وڌيڪ نرم پاسيون هيون ، ڪيس لڳو هو ، هن جو سڄو سارو وجود ، جڻ ڳوهيل مٽيءَ جو ڍير هجي ، جنهن کي جتي ٻه لڳايو وڃي ، هوءَ ڪو احتجاج نه ڪندي ، من جي ڪٻن جيان ٿي ويل آڱڻ جي ڪٻن تي لنبندي ، پتين تي لڳل زماني جي چيڙهه کي ڍڪيندي يا دنيا جي دلين جيان ڪاريون ٿي ويل رڌڻي جون پتيون لنبندي .....!

پرسان پيلي ننيڙي ٻهه جي ڍير مان ٻه ٽي ٻڪ پري مٽيءَ ۾ ملايائين ، پوءِ اچي رڌڻي جي ڪنڊن ڪڏون ٿي ويل فرش کي ليپو ڏيڻ لڳي آئين جيئڻ هن جي پنهنجي سيني سپنن کي دل جي ڏرتيءَ ۾ پوري مٿان ليپو ڏئي ڇڏيو هو .

جنهن چلهه ۾ باهه نه ٻري ، تنهن گهرم آئين لڳندو آ ، جڻ تازو ملڪ الموت پير گهمائي ويو هجي پر هنن جي گهر ۾ اڪثر چلهه ۾ باهه جي بدران هن جا خواب ٻرندا هئا .جن مٿان چڙهيل ڪنيءَ مان دال چانورن جي بجاءِ سڙيل گوشت جي بوءِ ايندي هئي ۽ پيٽ جي باهه وسائڻ لاءِ ڪنهن نه ڪنهن وهاڻءَ جي ٻچيل ماني.

"عاشو!"

ماڻس جي سڏ تي مٽيءَ هاٿن هٿن سوڌو ٻاهر نڪري وئي هئي .

"ڏيئي ڇڏيئي ليپو؟" ڪنجهندي ٿي پڇيس .

"ٿورو رهيل آ اجان ." ٿڪل لهجي ۾ چئي ، منهن تي لهي آيل وارن جي چڳن کي ٻانهن سان هٽائيندي ، وري رڌڻي ڏانهن هلي وئي .

"جلدي ڪر ڌيءَ ! وري مايون ڪاوڙ نه ڪن ، منهنجا ته هڏ ٿا ڀڄن سور ۾ ! جي هلهل ڪير ته سياڻي ته اٿڻ جهڙي ئي ڪا نه ٿيندم ۽ پوءِ سڄو لاڳ مون بجاءِ رهڙي ويندي مڱڻهار ." هوءَ پنهنجي منهن پڻ پڻ ڪندي رهي .

عاشوءَ ليپو
پورو ڪري ، هٿ ڌوئي ، اندران پينگهي تان اجرڪ لاهيندي سامهون دريءَ ڏانهن گهوريو ، جيڪا ٻاهر گهٽيءَ ۾ کلندي هئي ۽ دريءَ اندران شيخن ڪان ٻاهر گهوريندي ، هوءَ پنهنجي سپنن جون لڙهيون پوئيندي هئي پر ڪچي ڌاڳي هئڻ سبب ، اڄ ڪيس سڀ پنهنجا سپنا ٽٽل ڌاڳي مان نڪري ويل موتين جيان

وڪرندا پاسيا هئا . هوءَ اجرڪ مان هٿ ڪڍي اڇي دريءَ وٽ بيٺي هئي. ٻاهر گهٽي ۾ ڀاڻنگ لڳي پئي هئي . هن جي اک، دريءَ جي سير مان فرلانگ جيڏو فاصلو طئہ ڪندي ڪندي ٽڪجي موٽي آئي .
" هاڻي ڀلا سندس هيڏانهن ڪهڙو ڪم ! ريشم چڏي ٻافتي ۾ هٿ وجهڻ ڏاڍو ڏکيو هوندو آ !" دل ۾ چئي ٿڌو ساهہ ڀريندي ، دريءَ مان هٽي وري اڇي پينگهي تان اجرڪ لاٿائين.
"ڪيڏي نہ ڪيسر اٿئي - چڏاءِ ڪر امڙ !"
ماڻس جي آواز تي ٽڪرين وڪون ڪٽي ، آخري ڀيرو دريءَ تي نظر وجهي ٻاهر نڪري آئي .
" هيئن هلندينءَ ... اٿي ڪا سرمي ذري نہ وجهہ اکين ۾ . اٿين ٻسي ٿهين ڪو نہ ٿي !"
" سرمي ذري وجهان .... ۽ ڳوڙهن سان ڪارا ڳل ڪري سيني ۾ تماشو ڪرايان ...!"
دل ۾ چئي ماڻس کي جواب ڏيڻ ٻنان ، در جي ڳوڻ جو پردو هٽائي ، ماڻس پٺيان پٺيان چپ چاپ هلڻ لڳي .
" تو کي ڪين چوان ها ، ڀلا تون چا چاڻين انهيءَ ڪم مان ؟! پر چا ڪيان ، آخري ڏينهن تي اچي مٺي بخار سوگهو ڪيو اٿم ، اصلي هڏ ٽا پچن . سو امڙ مون ۾ نہ سگهہ ٿي ڪينهي ، جوان جسم کي مهٽن ڏيڻ جي ! جي ڪير بہ نہ ويندي نہ جيڪو ٿورو کي ڪهٽو ملندو ، سو بہ نہ ملي ها . مان در تائين چڏي موٽي ٿي اچان. ٿوري دير ڪان پوءِ اچي وٺي ويندي سانءِ. تون تيستائين اٿو لاٿي وٺجانس." رستي سان هلندي ،ماڻس پنهنجي روءِ ۾ چوندي پئي وئي . هوءَ چپ ڪيون ماءُ جي پٺيان ، سندس جتيءَ مان نڪرندڙ "دز" کي پنهنجي جتيءَ ۾ جهٽيندي اڳتي وڌندي پئي وئي.
ڪنوار جي ڪمري ۾ پهچي ،جتي اچي سندس ارمانن ۽ آرزوئن جي حد ٿي ختم ٿي ، ڪيس پنهنجو پاڻ ڪنهن اونهي کاهيءَ ۾ ڪرندو محسوس ٿيڻ لڳو .
"اچ عاشو! هيڏانهن اچي ويهہ ! ماسي حليما جو ٻخاز ڪو نہ لٿو چا اچان ؟!"
زيبوءَ ٿلهي تي سرڪندي ، سندس لاءِ جاءِ ٺاهيندي چيو.
زيبوءَ جي سڏ تي هوءَ جتي لاهي سرڪي ڪاٺس ٿورو ٻريرو تي ويٺي.
زيبوءَ جي بدن مان ايندڙ هڳاءُ هن جو ساهہ منجهائڻ لڳو . اهڙو ئي هڳاءُ جڏهن ڪيس ماڻس جي هٿن مان ايندو هو ، تڏهن صابڻ جو بچيل چوريو آڻي ڏيندي هئس . ايئن لڳندو هئس چڻ ماڻس ٻين جو ڪند ميڙي ، پنهنجي گهر ڪٽي آئي هجي . تڏهن منهن ڦيري چوندي هئس ، " امان جلدي هٿ ڌوءِ ، الائي ڇو مون کي انهي ڌپ مان ڪرڀ ٿي اچي ."
تڏهن ماڻس شروع ٿي ويندي هئس چڙهن ۾ . " تون چڻ پرٿيينءَ ٿي ڪو نہ ! شڪر آ رب جو مون تي نہ وئينءَ ! جي مون جيان هجئي ها منهن تي اونده هاريل

تہ شاديءَ کان پھريون ئي اٽي جي مل ملاڻ شروع ڪري ڏين ها!" چڻ پنهنجو تي تجربو ٻڌائيندس "اٽو تہ ونواهہ جو مَرَڪ آ ، ڪنوارپ سونهن اٽي لڳڻ بنان کھڙي!"
" اڃين بہ ڪو نہ عاشو ، مان ماسيءَ کان روز تنهنجو پڇندي هان. شڪر آ ماسي ٽيپي ، گهٽ ۾ گهٽ ڀهنو تہ مليئي اچڻ جو ."
زبيوءَ جي آواز تي ڪاهيءَ مان هٿوراڙيون ڏيندي ٻاهر نڪري آئي . هن پيالي ۾ اٽو وجهي ، تيل ۽ ڪيسو ڦلن جو پاڻي ملائي ، بس ڪيو تہ زبيو پاڻهي چولي جي ٻانهن مٿي ڪري پنهنجي ٻانهن هن طرف وڌائي .
اٽو آڱرين تي هٿي ، جڏهن هن پنهنجون آڱريون زبيوءَ جي ٻانهن تي رکيون تہ زبيوءَ جي ناسي ٻانهن تي سندس بادامي هٿ جو رنگ اجان بہ وڌيڪ چٽو نظر اچڻ لڳو . هن جي ٻانهن کي مهٽيندي مهٽيندي ، جڏهن سندس مهٽي سان ، زبيوءَ جي ٻانهن تي رت مڙي ، چمڙي ڳاڙهي ٿي ، وري ساڳي رنگ ۾ ٿي پئي وئي ، تڏهن هوءَ سوچڻ لڳي.
" ڪهڙو فرق آ ، هن ۽ مون ۾ ! جڏهن تہ ظاهري طور منهنجو رنگ بنان اٽي جي مل ملاڻ ڪرڻ جي جرڪي پيو ۽ هوءَ ....."
تڏهن هوءَ آهستي آهستي سمجهڻ لڳي تہ ذات پات جي مردي مان ٺهيل سفوف ، ٻرڪندڙ پاڻيءَ ۾ ملائي ، هنن جي جسمن کي ان سان ڌوتو ويندو آ . پوءِ چاهي سندن جسمن جو رنگ ڪهڙو بہ وڃي بيهي ، سندن آتمائون پلي ٽچڪي سڙي وڃن . پر پوءِ هنن جا جسم اسان جي جسمن کان ارفع هوندا آهن . باقي آتمائن تائين ڪير پهچڻ جو ڪشٽ ڪري ..... ! ۽ اسان جا جسم ! ان ٻرڪندڙ پاڻيءَ هيٺان ٻرندڙ ڪاٺين جيان هوندا آهن ، جيڪي هنن جو مير ڌوئيندي ڌوئيندي ، پنهنجو وجود ختم ڪري ڇڏينديون آهن .
زبيوءَ جي جسم تان لٿل ڇيڙهيالي اٽي کي دٻي ۾ وجهندي ، سوچي ٿي ، "ڪاش ! زبيوءَ جي جسم جيان ، دنيا جي هيٺ مٿانهينءَ جي ڇيڙهہ ۾ دٻيل من جي مير کي بہ رهڙي رهڙي لاهي سگهجي !!"

# وشواش ڳهاٽ

"واھ ڙي يار! تون بہ دل ۾ خوش ھوندين تہ انسان جي مسئلن جو آخري حل ڇڙو تون ئي آن! پر مسئلا آھن ، جو انسان جو پيڇو ئي نہ ٿا ڇڏين....!" سؤ ربئي جي نوٽ کي ٻنھين ھٿن ۾ جھلي ، پٽ سان لڳل ڪٽ تي ٽنگون ڊگھيري ، پٽ کي ٽيڪ ڏيندي ٿو چوي .
"بابا، قوم سان پيو ڪچھري ڪرين ڇا ؟" قاسم در مان اندر لنگھندي چيو .
"ھا ، پئسو ئي تہ قوم جو اصل ابو آ نہ پيارا !"
"مھيني جي آخري تاريخن ۾ تـو وٽ ھي سؤ جو نـوٽ .... خير تہ آھي نہ ! يان......؟" قاسم اکين ۾ طنز ڀري ڪرسيءَ تي ويھندي ٿو چوي ۽ ڪرسيءَ مان ھلڪو چيڪاٽ نڪري ٿو وڃي.
"ڇو ٿو غريب جي چيلھہ ڀڃين ! ھيڏانھن ڪٽ تي سؤلو ٿي ويھہ ! ھڪ ٽنگ ھونءَ ئي آڏر تي اٿس !"
"ھيءَ ڀلا بيگم صاحبہ اڄڪلھہ تو تي ڏاڍي مھربان پئي ڏسجي! ڇا چڪر آ...؟"
"آ..." کي اينگھائيندي ٿو چوي.
"ھا ، ھا ، مڙيئي خير آ ! تون ٻڌاءِ ھينئر ڪيئن ھيڏانھن جو رخ ڪيو اٿئي ؟"
"بس ...... ستو پيو ھئس . مچر ھا ڳھٽا . ٻتي وسائي ، پکو ھلائي آيو آھيان ، جيسين مچر ڳھٽ ٿين . تيسين سوچيم تو کان حال احوال وٺي اچان. اڄ مون ڏي بہ ڪو نہ آئين ۽ ھيءَ اوچتي سنبت .... شانوءَ پئي چيو تہ صاحب ڪجھہ چيو اٿئي......!"
"بس يار! جتان داٿو پاٿي ختم ٿي وڃي تہ پوءِ ڪو نہ ڪو بھانو تہ جڙي ايندو آ نہ!"

"پوءِ بہ ، ڳالھہ ڇا ھي؟"
"ڪجھہ نہ يار ، بس دل پرچي وئي آ."
"ايڏو جلدي دل پرچي ويئي.... اسان جي تہ ڪو نہ ٿي پرچي !"
"تنھنجو ھي ھاتيءَ جيڏو پيٽ ئي ڪو نہ ڀريو آ ، ٻچيل ڪڪڙ کائي کائي تہ دل وري ڏوڙ پرئيئي !"
"چڱو سگريٽ ھجئي تہ ڏي ، تند بہ پئي ٿي اچي ، وڃي ٿا ھاٿي خوابن ۾ دل لڳايون " قاسم مٿي کي ڪنھندو ٻاھر ھليو ويو.
قاسم جي ويندي ئي ، اٿي ڪڙو ڏئي ، سامھون پارڪ ڏانھن کلندڙ دري کولي، ٻتي وسائي ، پئي ٻانھون مٿي ھيٺان ڏئي ، ڪٽ تي اچي ستو ، ٻاھر چوڪيدار،

کنهن سان کنهن ڳالهہ تي اٽڪي پيو هو شايد ، جو اڄان تائين پٺي سندس پٺڪو ٻَڌڻ ۾ آيو. مڇرن جي ڪري ننڊ تہ هونءَ ئي جهٽڪن ۾ ٿيندي هئس ، پر اڄ هيءَ سندس آخري رات هئڻ ڪري يا اڻ ڇاتل سياڻي جي واڳوءَ جيان پٽيل وات جي ڀَوَ کان شايد ننڊ نہ اچيس !

" ڪيڏانهن ويندس ؟ " سوچي ٿو .

" ڪهڙي آهيءَ بہ زندگي . ذلت ئي ذلت . پنهنجي ٽوپي پنهنجي ئي پيرن سان لتاڙي ٿو اڄتي وڏلو پوي .... هون .... نقص پاڻ ۾ ڪو نہ ڏسن ، ڪا هم غريبن تي ....! " شام واري بيعزتيءَ روح تائين لرزائي ڇڏيو هئس ، دل ۾ آيو هئس ، ان مهل ئي نيڙ گول ڪري نڪري وڃي ، پر هڪ تہ رات پنهنجا پر پکيڙڻ شروع ڪيا هئا ۽ ٻيو " وهيل اسٽرائيڪ " جي ڪري ڪا سواري ڪا نہ مليس ها.

دل تي پٿر رکي سوچيو هئائين ، رات جا چار پهر گذاري صبح ساڻ هليو ويندم ۽ ائين اچي سوير ساجهر ئي سمهي پيو هو . هونءَ واندو ٿي قاسم وٽ وڃي ، ڊاڙا نڪاءَ هٿندو هو پر اڄ جيئن ڪوارٽر ۾ گهڙيو هو ، ٻاهر نڪرڻ جو نالو ئي نہ ورتو هئائين .

شام جيئن ئي بيگم صاحبہ ڪي لاهي گاڏي گيريج ۾ بيهاري ، چابيون لوڏيندو ٻاهر نڪتو هو ، پريان گيٽ مان اندر داخل ٿيندڙ صاحب جي پڇيرو ڏسي ، پاسو ڏئي بيهي رهيو هو . گاڏيءَ مان لهندي صاحب هن کي ڇڙ مان گهوريو هو . سندس نرڙ تي ٿهيل سونڊ جو ترشول ۽ چهري جي ناسي رنگ ۾ مليل ڪاوڙ جي ڳاڙهي رنگ سان ، چهري جو " ميرون " ٿي ويل رنگ هن بہ محسوس ڪيو هو . مٿان لهندڙ سج جا بي ساها ڪرڻا صاحب جي لسي ڪدوءَ جهڙي مٿي تي پٿجي ، سندس گنج کي وڌيڪ نروار ڪري رهيا ها. هن کي ڪن پل ۾ لڳو هو ، ڇڻ سج صاحب جي ٽڪڻ ۾ لهي ، پنهنجي سڄي تپش هن ۾ پري ڇڏي هجي .

" رفيق ! منهنجي پٺيان اچ ! " صاحب جي ڪريلي جي رس کان وڌيڪ ڪڙي آواز تي هو چابيون کيسي ۾ وجهندو ڪنڌ هيٺ ڪيون ، سندس پٺيان پٺيان هلڻ لڳو.

" اڙي ذليل ! تو کي شرم ڪو نہ ٿيو ، جنهن جو ڪائين ، ان لاءِ ئي بدناميءَ جون ڪڏون پيو ڪوٽين .......؟!!

" جي صاحب .....؟! " هن ڪجهہ بہ نہ سمجهندي ، هن اوچتي حملي تي حيران ٿيندي چيو .

" جي صاحب جا پٽ ! ڪميڻا ڪنهن جاءِ جا . ناهي ضرورت مون کي تو جهڙي ڊرائيور جي . ليمڪ حرام ...... ڪتو بہ پنهنجي مالڪ جو وفادار هوندو آ (ڪيئي دفعا ٻڌل جملو) پر پر تون تہ حيوانن کان بہ لنگهائي بيٺين ..... سياڻڪو سڄ ، تو کي منهنجي گهر ۾ نہ ڏسي ! " چئي هو ڏاڪڻيون چڙهندو مٿي هليو ويو . پويان شانو ، بريف ڪيس ۽ صاحب جي لنچ باڪس لوڏيندو ،

مڪاريءَ جي ڪل چپن ۾ روڪي صاحب جي پنيان پنيان ، مٿي وڃڻ لڳو .
ڪمري ۾ اچي ، واسڪوٽ جي کيسي مان جڏهن هن ، ڪجهہ دير پهرين بيگم صاحبہ جو ڏنل سو رپئي جو نوٽ ڪڍي سوچيو تہ هن کي سچو معاملو سمجهہ ۾ اچي ويو . صاحب جي آفيس وڃڻ کان پوءِ جلد ئي بيگم صاحبہ جو تيار ٿي پنهنجي ساهيڙيءَ جي گهر وڃڻ ۽ ڪڏهن ڪڏهن پنجاهہ ، سو رپئي جي مون تي نوازش ڪرڻ .....! هو اڪثر سوچيندو هو تہ اها ڪهڙي ساهيڙي آ ، جيڪا رڳو گهر وڃڻ تي ملي؟ ڪڏهن بيگم صاحبہ ڪيس چو نہ ٿي پاڻ وٽ گهرائي؟.......
۽ اڄ .......اڄ هو صرف سوچيندو رهيو هو تہ ڪن هڪڙا ، پوڙهين پيا . اهي صاحب لوڪ ، پنهنجي بيگمات کي تہ گهر مان ڪڍي ڪو نہ سگهندا آهن ، دنيا ۾ ٿيندڙ بدناميءَ جي ڀَوَ کان ، باقي ........
ڪار جي هارن تي خيالن مان نڪري آيو ، مٿي ٿي دريءَ مان ٻاهر ڏنائين سامهون ساڳي ئي ڪار جي ڊرائيونگ سيٽ تي صاحب ۽ سندس ئي پر ۾ فرنٽ سيٽ تي ويٺل بيگم صاحبہ ڪنهن ڳالهہ تي ٺهڪ ڏئي کلي رهيا ها .
چوڪيدار تڪڙ ۾ گيٽ کوليو ۽ ڪار اڳتي وڌي وئي . ڪار جون پٺيان ريڊ لائيٽس ڏند ڪڍي ، هن تي کلندي کلندي ، سندس نظرن کان اوجهل ٿي ويون .

# اڻ لکيل تحرير

" ڪا نئين تازي ؟"
" دنيا ڪروڙين سال پراڻي آ ."
" ڇا مطلب ؟"
"مطلب "اڄ" بہ ڪروڙين سالن جو تسلسل آ ۽ ڪجھ دير بعد "سياڻي" جو پاڻ تي ليبل لڳرائي ، ماضيءَ جي ڍير ۾ سٽجي ويندو"
"منهنجو مطلب اڄ جي ڪنهن تازي خبر سان هو "
" ڪا بہ خبر نئين ناهي هوندي ."
"انسان وڏي ترقي ڪئي آ ."
" ها ..... انساني آبادي هاڻي ايڏي وڏي آهي جو ڌرتيءَ تي سوڙھہ محسوس ڪندي خلا ۾ گهرن جي تلاش شروع ٿي وئي آ."
"محض انساني آبادي ناهي وڌي ، انسان جي سوچ ۽ سمجھ ۾ بہ اضافو ٿيو آ."
"اسٽون ايج کان جيٽ ايج تائين جو سفر سندس ذهانت جو واضح ثبوت آهي."
" ها ، اڳ پٿرن سان وڙهندو هو ، هاڻ جهازن جو سهارو ٿو وٺي"
"ڪالهوڪي اخبار پڙهيئي ؟"
"نہ"
" ڇو ؟"
"روز ساڳيون خبرون تہ هونديون آهن ."
" پر ڪالهہ هڪ عجيب خبر هئي ."
" تہ ..... ؟"
" تہ برازيل جي ڪنهن ڳوٺ جي گرجا گهر ۾ "بيبي مريم "جو ڪاٺ جو مجسمو آ، جيڪو روئي ٿو ."
"تڏهن ڇير نہ ، اڄ بہ ڪالهہ جو تسلسل آ. هيڏيون صديون گذريون پر عورت جي لڙڪن جو علاج ڪنهن نہ ڳوليو ، بس انهن ۾ بہ انساني آباديءَ جيان رڳو ترقي ٿي آ. هن وٽ ايڏا لڙڪ ڇو هوندا آهن ؟ سندس اکين جي هن پار ڪو ناگرا فال تہ ناهي .....؟!!"
"تون ڳهيلي آهين "
"تون ڳهيلو آهين"
" ٻئي هڪجهڙا آهيون ."

"نہ فرق آ."

"ڪهڙو؟!"

"ي" ۽ "و" جو."

"ها .... ها .... ها .."

"ڏند چو تو ڪڍين ؟"

"تون چري ٿي وئي آن ."

"تون چريو ."

"هل پلا هاڻ نہ ٻئي هڪجهڙا آهيون ؟!"

"نہ ، اڃان بہ ساڳيو فرق پنهنجي جاءِ تي قائم آ."

"ٺيڪ آ، هاڻ مان توکي "ي" ڪوٺيندمر !"

"نہ !"

"ڇو نہ ؟!"

"مان تہ ڪمپليٽ "ي" بہ ناهيان"

"اف خدايا ....! ڇگو پلا هاڻ پاڻهي وضاحت ڪر!"

"توکي خبر آهي ، هڪ "ي" ٻي "ي" جي تسلط هيٺ گذاريندي آ. سندس قيد ۾ ويهي هوءِ پڪن ڪان ٿين "ي" جي ڳولا ۾ تڙپندي رهي آهي ، جنهن جو ثبوت اڄ بہ موجود آ يعني ڪالهہ واري اخبار ۾ لکيل "ڪاٺ جي مجسمي جا لڙڪ . ۽ ٻڌ ! جڏهن نہ اها ٽين "ي" مون کي ملي وئي تڏهن ئي مان ڪمپليٽ "ي" ٿي ويندمر . پوءِ جيئن وڻئي تيئن ڪوٺجانءِ".

"يار ! مان تہ هڪ "ي" جي معمي کي نہ سلجهائي سگهيو آهيان ، هي پڪيون ٽي "ييئون" ڪٿان اچي ويون !"

............

"ٻڌاءِ نہ !"

"يعني ... هڪ ڳهيلي (ي - ١) پابنديءَ (ي - ٢) جي قيد ۾ ويهي ، آزاديءَ (ي -٣) کي ڳوليندي آ."

"آزادي ... هيڏي آزادي تہ آهي عورت کي ايہ چا ڦاهو ڪپيس ؟!"

"آزادي ........ ۽ عورت کي ؟!!"

"ٻاهر تہ نڪري ڏس ! جيڏانهن نظر ڦيراءِ عورتون ئي عورتون !"

"گهر کان ٻاهر نڪرڻ آزدي ناهي !"

"تہ پوءِ ؟"

"عورت جي خون جي هر ٽيپي ۾ تخليق لکل آ ۽ جڏهن ڪنهن تخليقڪار جي پنهنجي پورهئي ۽ ذهني ۽ جسماني سگهہ سان تخليق ڪيل تخيلق تي ڪنهن ٻئي جو ليبل لڳايو وڃي تہ ڇا زيادتي ناهي؟ جڏهن دنيا جو سرشتو ٻنهين يعني مرد ۽ عورت جي دم سان قائم آ تہ ٻنهين جي حيثيتن ۾ ايڏو فرق ڇو ؟ مرد

چاهي تہ سچو ڏينهن آواره گردي ڪندو رهي پر عورت پنهجي جائز ضرورتن لاءِ بہ چائنٽ نہ ٿيپي سگهي . هن ميل ڊا ميني‌ٽيڊ سوسائٽيءَ ۾ هوءَ جيئن قدم وڌائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري ، تسن سندس وجود سان جڪڙيل زنجير جي ڪڙين ۾ اضافو ٿي ٿو وڃي ، هوءَ چو نہ ٿي مرد سان ڪلهو ڪلهي ۾ ملائي هلي سگهي؟"

" ڪيئن ڪلهو ملائي سگهندي ؟"

"چو نہ ملائي سگهندي !"

" الله سائين بہ وڏو ڪار ساز آ ، ڪيس خبر هئي تہ "حوا" جي ڌيءَ هڪ ڏينهن هلي هلي اها تقاضا ڪندي ، ان لاءِ قد، ويچاريءَ ڪي ايترو ڏنائين جو ڪلهي سان ڪلهو ملائڻ جي تقاضا ڪرڻ کان پهريون پنهنجي ڪلهي جي محدود ڊيگهہ ڏسي چپ ٿي وڃي !"

"شعور جو ڪو بہ ظاهري وجود ناهي هوندو ، تون غور ڪري ڏس تہ اڪثر عورتن جو شعور مردن کان بہ اوچو آهي "

"شعور ڪير آ ؟"

"تنهنجي هٿ ۾ چاهي ؟"

"پنو آ"

"خالي پنو چو ڪنيو اٿئي ؟"

"خالي ناهي . "

"تڏهن چا آتس لکيل ؟"

"مضمون . "

" ڪنهن تي آ مضمون ؟"

" عورت جي آزاديءَ تي "

" مون ڪي تہ سمجهہ ۾ نہ ٿو اچي ، اچان توهان ڪي ڪهڙي آزاديءَ جي گهرج آ........؟ (چڙ مان مٿو ڪنهندي ) هيڏي ڪر ڏسان !"

" تو لاءِ ناهي "

" ڪنهن لاءِ آهي؟"

"جيڪو سمجهي سگهي . "

" تہ چا مان ني سمجهہ آهيان ؟"

" نہ ائين تہ مان نہ ٿي چوان پر تون رڳو اخبار ۾ ڇپيل خبرون پڙهندو آهين ، توهان جهڙا ماڻهو اخبار جي ان حصي ڪي ڪولڻ بہ پسند ناهن ڪندا ، جن ۾ حقيقت جي نقاب ڪشائي ڪندڙ مضمون هجن !"

" تہ چا ، اهو اخبار ۾ ڇپرائيندينءَ؟!"

" ڏوهہ تہ ناهي "

"ٻس، ٻس، گھڻو ٿيو، ھروڀرو حد نہ اورانگھہ!"
"اورانگھڻ لاءِ ٽنگون کپن، مان تہ معذور آھيان."
"ھيڏي ڪر ڏسان! (جھٽ ڏئي ڪسيندي) اڙي.... ھيءَ تہ صفا خالي آ!"
"چيم نہ، تو کي سمجھہ ۾ نہ ايندو."
"تنھنجو دماغ خراب آ.... ڀھريون شڪ ھئم پر ھاڻ پڪ ٿيڻ لڳي اٿم تہ تنھنجو دماغي توازن پنجاھہ فيصد خراب ٿي چڪو آ.... ڏس! ڪٿي اٿس ڪجھہ بہ لکيل!"
"سڀ ڪجھہ تہ لکيل اٿس. اھو سڀ ڪجھہ جيڪو عورت جي خالي خالي وجود تي واضع اکرن ۾ لکيل ھوندو آ ۽ جنھن کي ڪو بہ مرد اڄ تائين پڙھي ناھي سگھيو ۽ شايد ڪڏھن بہ پڙھي نہ سگھي!"

# حد ٻنهين جي هيڪڙي

الائي اندر ۾ ڪهڙي لوڇ هئس." ڪئي پهر پاسا ورائيندي ورائيندي ، مس وڃي ڇپرن جي سرحدن هڪ ٻئي کي ڇهيو هو ، پر شايد ، ڪنهن ڪنڌ ڪان ڪو حصو اڃان بہ پاڻ ۾ ملي وڃڻ کان رهجي ويو هو ، جنهن ڪري ٻنهين سرحدن وچ ۾ وهندڙ سيلاب جو ڪارو پاڻي ، سمي سمي ، نيٺ ٻاهر نڪري آيو هو ، يڪدم اکيون پٽي ، ڪاڇي پاسي کان محسوس ٿيندڙ ، وهاڻي جي آلاڻ تي پنهنجو گرم گرم ڳِل رکي ڇڏيو هئائين .

"ايڏو ڇو پٽي رنئي .....؟ ڪنهن جا لڙڪ آهن هيءُ؟

لاشڪ تنهنجا ، جو مان تہ ان ڏينهن آخري لڙڪ تنهنجي ٻڪ ۾ هارڻ کان پوءِ وچن ڪري ڇڏيو هئم پاڻ سان ، تو سان تہ هاڻي ڪڏهن بہ نہ روئيندم . پر .... اهڙو وچن تہ تو بہ ڪيو هو . پوءِ.... پوءِ هيءُ هيڏا نيڻن مان وهندڙ آبشار......؟!!"

نڙي سڪي ٺوٺ ٿي وئي اٿس . ڳيت ڏيندي وچ نڙيءَ اندران ڇڻ ٿوهر ڦٽل ٿو محسوس ٿئيس . شدت سان پاڻيءَ جي طلب ٿو محسوس ڪري ، جيئڻ ئي

اٿڻ جي ٿو ڪري ، اک ۾ رڪيل آخري لڙڪ هيٺ ڪري ، هٿ جي پٺيءَ تي ، ستاري جهڙي شڪل ناهي ڦهلجي ٿو وڃيس.

"سڄي جو سڄو اڄ هڪ دفعو وري ٻڌائي ڇڏيو اٿئي مون کي پنهنجي لڙڪن سان ." ڪيئي پل پنهنجا ٺوٺ چپ هٿ جي آلي تي ويل پٺيءَ تي رکي ٿو ڇڏي .

"ائين وعده خلافي ڪبي آ ڇري ! جي تون ائين ڪندئين ءَ تہ پوءِ پلا مون ۾ همتون ڪيئن پيدا ٿينديون ! اسان تہ وڏي عزم سان ، وڏي حوصلي سان زندگيءَ جي بہ واٽي تي بيهي پنهنجي پنهنجي راهہ متعين ڪئي هئي ، جيڪا ٻئي ڄاڻون پيا تہ هڪ ٻئي کان الڳ ٿي ، اها راه رڳو سفر ٻنبي . اهڙو سفر ، جنهن جي ڪا بہ منزل ناهي هوندي . اسان جي منزل شايد اها هئي ، جتان پنهنجي پنهنجي الڳ سفر جو آغاز ڪيو هئوسين . شايد ٻئي ڄاڻون بہ پيا پر پوءِ بہ ..... مون ۾ اها سگهہ هئي ، آهي ٿنا ! تہ مان زماني سان ٽڪر کائي بہ تو کي پائي ٿي سگهيس ، پائي تو سگهان ، پر ...... پر الائي ڇو مان تنهنجي وجود کي جڪڙيل انهن سونين زنجيرن کي هٿ لائيندي ، ڊڄي ويو هئس ، ان لاءِ تہ

ڪٿي تنهنجو وجود ميرو نہ ٿي وڃي ! توڙي جو يقين بہ هئم تہ :

" تون منهنجي آن توڙي اجلي ، مان تنهنجو هان توڙي ميرو" پوءِ.... پوءِ چو اسان پنهين اوائن راهن تي هڪبئي کي وڃڻ ڏنو ؟ ڇو نہ هڪبئي جو هٿ جهلي هڪبئي کي سمجهائي سگهياسين تہ منزل ڪي اڪاري پري ويندڙن لاءِ ڪا بہ منزل منتظر ناهي هوندي ؟ اڄ .... اڄ ڇو ايڏي بيچين ٿي وئي هئين؟ . مصلحتن جا سڀ پرم توڙي ؟! ڪنهن ڪان پڌو هئم . سپني ۾ اهي ئي ايندا آهن جن جو انهن لاءِ روح بي چين هوندو آ.......

پوءِ ..... پوءِ مٿي هي مصلحتون ڇا لاءِ؟ هي سرحدون ڇو ؟

انسان ئي سرحدون مقرر ڪندو آ، ديوارون اڏيندو آ ، اڄ تائين ڪا بہ سرحد ، ڪا بہ ديوار ڪنهن انسان کي جنم ناهي ڏئي سگهي. ان جي حد مقرر ناهي ڪري سگهي . اهي سڀ حدون ، سرحدون ، انسان جي ذهن جي پيداوار آهن پوءِ انهن اسان هٿان جڙيل سرحدن کي،اسان کي ئي ٽوڙڻو پوندو نہ ، پاڻهي پاڻ تہ نہ ٽٽنديون .

اڄ ....... اڄ ثنا! رڳو سپني ۾ نہ ، سپني جهڙيون همتون حقيقت ۾ بہ ڪر ، تون ٿوري وک وڌائي تہ ڏس ، منزل اجان گهڻو ڏور ناهي وئي!

# ٽيون حصو

ڪيڏو سچ هو هن جي ڳالهہ ۾.........!
مان پا مستريءَ ۾ يقين نہ ڪندي ٻہ الائي ڇو! جڏهن ٻہ پنهنجي جيون جو احتساب ڪرڻ ويهندي آهيان تہ هن جو هڪ هڪ لفظ سچو ۽ صحيح لڳڻ لڳندو اٿم.

هن چيو هو، "خط حيات جي هن حصي کان وٺي ،او........ هيستائين ، تون ڏاڍي مطمئن، ڏاڍي بي فڪر زندگي گهاريندئينءَ پر......... عمر جي هن حصي ۾ قدم رکنديئي تو لاءِ انيڪ مسئلا منهن ڪڍي بيهندا ، جن کي حل ڪندي ڪندي تنهنجي عمر جا ٻہ حصا ختم ٿي ويندا ۽ پوءِ ٽئين حصي يعني ٻڍاپڻ جي شروع ٿيندي ئي جيون ۾ شانت اچي ويندئي.. ......!"

ٽيون حصو ...... ڇا جيون جا رڳو ٽي حصا آهن، ننڍپڻ ، جواني ۽ ٻڍاپڻ ؟؟!'
نہ ...... عمرين جي احتساب ڪرڻ وارن کان ان معاملي ۾ ٿوري ڀل ٿي وئي آهي . اصل ۾ عمر جو ٽيون حصو ، ٻڍاپڻ نہ پر جوانيءَ کان پوءِ شروع ٿيندڙ ڪنهن ۽ ٻڍاپي جو وچڙو حصو هوندو آهي . جنهن کي اسان ٻين حصن جي نسبت گهٽ ڄاڻندا آهيون جنهن ۾ گذريل ٻن حصن جي بنسبت گهٽ پوڄيندا آهيون .
ننڍپڻ.......ننڍپڻ تہ شيشي جي ڪنهن نازڪ نفيس راند يڪي جيان هوندو آهي جنهن جي خبرئي ناهي پوندي تہ ڪيئن جهٽ پلڪ ۾ هٿن مان ڪسڪي پٽ تي ڪري پورا پورا ٿي ويو!
جواني ......... درياءَ جو آلو، چڪڻ سان ڀريل ڪنارو ، جنهن تي پير رکندي ئي ترڪي پوڻ جو خوف من ۾ ورائي ويندو آهي جنهن تي پير پير ۾ ڏٿي هلڻو پوندو آهي . ٿورو بہ هيڏانهن هو ڏانهن ڏسڻ ٻنان ،اوسي پاسي ڪنڌ ورايو ناهي . پير ترڪيو ناهي.پوءِ درياءَ جون موتمار لهرون ۽ جواني جو سنگم .......!
اصل عمر تہ انهن نازڪ رستن کي اورانگهي سڏي / بي سايہ ميدان تي پهچڻ کان پوءِ شروع ٿيندي آهي جنهن ۾ ڏور .... نبڻ نهار تائين اس ئي اس جيڪا جسم کان ٿيندي روح تائين پهچيو ، سڀ ڪجهہ ساڙيو رک ڪريو

ڇڏيندي آهي .
چو ڏس واريا سو ريگستان ، جنهن ۾ پري کان نظر ايندڙ چمڪندڙ واري ڏانهن پاڻي جي دوکي ۾ واري ڏانهن سفر ڪڏهن به ڪٽندو ناهي هلندو رهندو آهي،هلندو رهندو آهي،تان جو عمر جو اهو حصو اچي نمودار ٿيندو آهي،جنهن کي ٽيون حصو چيو وڃي ٿو ، پر مان ان کي عمر جو چوٿون حصو چوندم .
ڪڏهن ڪڏهن ته پاڻي جي آس ۾،واريءَ ڏانهن سفر،اها عمر جي حد به اورانگهي ويندو آهي پرپوءِ به پياس پياس ئي رهندي آهي.ڪو به چشمو ، ڪو به درياءَ ڪو به ٽيپو ناهي ملندو ۽ اڃايل وجود رڃ ۾ رلندي رلندي فنا جون منزلون طئہ ڪندو واري جي ذرڙن سان ملي واري جو ذرو بڻجي ويندو آهي .
هر جيو، ازل کان پياسو پيدا ٿيو آهي .هر قسم جي پياس! پيار جي، محبتن جي ، خلوص جي ،سچائين جي ، حق جي ،عدل جي، امن جي ، ارمانن جي........
پياس....پياس....پياس
منهنجي زندگي ....واري جو تتل ريگستان
رڃ ئي رڃ ....اڻ ڪٽندڙ سفر
اس ئي اس... ڪو ڪکر ،ڪو ڇانورو ئي ڪونهي !
مان پنهنجي جيون جا اٽڪل ٽي ، پوڻا ٽي حصا گهاري چڪي آهيان . چند وکن جي فاصلي تي چوٿون حصو منهنجو منتظر آهي ، جنهن ۾ هنن هٿ ريکائن ۾ لڪل حقيقتون ، عمر جي پختگي ۽ چمڙي جي ڍڏيل ست ڪري وڏيڪ ظاهر ٿيڻ لڳنديون .
چيو هٿائين ، " تنهنجي جيون جي شروع ۽ آخر سني آهي پر وچ ......."
ها وچ......... منهنجو ماضي قريب جنهن کي هٿن جي آئيني ۾ ڏسڻ جي ڪوشش ٿي ڪريان ته دماغ جي پني وڏي ڦڙتيءَ سان ورقن ٿي، هڪ هڪ لمحو، هڪ هڪ پل ، هڪ هڪ منظر ڏيکارڻ ٿي شروع ڪري.جنهن ۾ جيون جي انيڪ لمحن سان ڀريل پڪل ڪشڪول هٿ ۾ جهليو "ڪا" بيني آهي . پڪل ڪشڪول مان آهستي آهستي سيئي پل،لمحا واريءَ جي ذرڙن وانگيان وهندا ٿا وڃن ۽ هوءِ بيني آهي،منتظر منتظر . اوسيئڙي ۾ ڪليل ڏرا ڏئي ويل اکين ۽ خالي هٿن ڪشڪول سان ڪنهن لاءِ .....ڪنهن لاءِ.....ڪنهن لاءِ .........؟؟؟
ها شايد ان لاءِ ، جيڪو ٽئي جيون جا حصہ گذرڻ پڄاڻان به ناهي آيو!
جنهن جي نہ هئڻ کي ٻنهين حصن ۾ محسوس نہ ڪيائين ،پر ٽئين حصي ۾ جڏهن سڀ ڪجهہ ساڪت ٿي ويندو آهي. ڪا هلچل ،ڪو تحرڪ ناهي هوندو جيون ۾! تڏهن،تڏهن ڪيڏو چاهيو آهي تہ ڪو هجي جيڪو ان سانت کي ٽوڙي، ان يڪسانيت کي بدلائي سڀ اصول ، سڀ نيم ٽوڙي ،تحرڪ پيدا ڪري. درياءَ جي ورهين کان بيٺل ماني پاڻي ۾ ڪو هلڪو هوا جو جهوٽو،ڪو پلجي

ڪٿان آيل پٿر اچي، جيڪو ڪن پل لئي صحيح پران جي سانت کي ٽوڙي، دائرا.... دائرا.... تحرڪ پيدا ڪري....!

"ها پاميسٽر! تون سچ چوندو هئين، شروع ۾ آخر هڪجهڙا ٿيندا آهن. جيئن شروع ۾ ڪنهن به هئڻ نه هئڻ جو احساس ناهي هوندو، ائين آخر ۾ ڪنهن جي نه اچي سگهڻ تي چپچاپ جيون سان ڪمپرومائيزيشن ڪري ويهڻ به سک ۽ شانتيءَ جي علامت ئي ته آهي!؟"

# من مورک

بس جهٽڪي سان بيٺي تہ اندر وينل ڄڃ ۾ ٺهڪڙو مچي ، دهل شرنائين جي آوازن ۾ گم ٿي ويو .

بس مان لهندي ، هن هيڏانهن هوڏانهن نهاريو، بس جي آڏو بيٺل ڪرائي جي سينگاريل ڪار مان ڪنڌ ڪو گهوٽ کي لاهي وڃي اوطاق ۾ ويهاريو هئائون.
ڄڃ هڪ ٻئي جي زور تي اڳتي وڌندي ، جيئن ئي ڪنوار چائنٽ اندر پير رکيو هو ، سامهون وسندڙ ڪير ۽ مگڻ جي بوندن تي هن ڇرڪجي ، سامهون ڏٺو هو جتي ڪنوار جون پيڙهڻ ۾ ، ڪير جون ونيون ڪنيون ڄڃ کي ٿڌي ٿيڻ جو سوڻ ڪري رهيون هيون . ڪير جي ڇنڊن لڳڻ تي ڪن ٺهڪ ٿي ڏنا تہ ڪن ناسون ڦيرائي ڇپن ۾ ٻٽڪي تڪڙ ۾ اڳتي ٿي قدم وڌايو .

الائي ڪيڏين راتين کان ڳائيندي ڳائيندي ، گهوٽ جي ڀيڻن جو گلو جواب ڏئي ويو هو، جيڪو ٻين سريلن آوازن ۾ ملي آواز کي وڌيڪ ڪيڻ جي ڪوشش ۾، جوان ڇڪريءَ رنڀ جهڙو ٿي ويو، تيئن ٺهڪن ڇرچن ۾ وڌيڪ اضافو ٿيندو ٿي ويو.

ٿوري دير ۾ گهوٽ اندر آيو تہ ڪنوار جي ڀيڻ ڏانوڻ جي رسم شروع ڪئي ۽ هوءَ هڪ دفعو وري خلا ۾ هٿوراڙيون هڻڻ لڳي .
" ڪيڏو تہ پيار مان ڏسندو رهي ، موڪو مٺڙ ،ڪٿي ڇٽي ڏئي ، مان ڪو ڇڙندي مانس ڇا !"
" ڪڏهن تون ئي ڳالهہ کي اڪلائي ڏسبس " دل صلاح ٿي ڏيئس.

" نہ ابا ، جي
ڪنهن کي خبر پئي تہ ....... هونءَ بہ پاڻ ڇوڪرو ٿي ڪري شرمائي ٿو، عيب ٿو لڳيس ڇوڻ تہ مان کي ڪهڙي پئي آ !"
" پر ڪيس ڏنئي ٻنان رهي بہ تہ نہ ٿي سگهين نين !"
اندر جو آواز "

پاڻ کي وري ڪهڙو قرار اٿس ڇريو، روز اهاني بهاني بيٺو آ. "
شرمائي مرڪي ٿي پئي.
" هاءِ ڙي محبت ! ظاهر بہ نہ ٿي ٿيڻ چاهين ، لڪي بہ نہ ٿي سگهين ..... اسان بہ ڇريا آهيون ، ڪي صفا گگدام ! انهي ڏينهن ٿي ويءَ ۾ ڪو نہ هو تہ " پيار جي ڪا زبان ٿو رئي هوندي آ. الائي بہ ڪيئن ڪهڙي طرح پاٺهي پاٺهي پڌرو

ٿي پوندو آ .“ پوءِ مون کي پلا هرو پرو لاچار پيو آڇا جو آڳيري ٿيان پاڻهي ڏسجان ڪيئن ٿو ڦاٽ ڪاٽي ، ڏسان ڪيستائين ٿو صبر اچيس ..... پر ....
پر چڙيو تہ ماري اڇائين ، رات جو تہ الائي ڪٿان جو ڪٿي وڃي ٿي پهچان !
انهيءَ ڏينهن بہ خواب ڏٺم تہ چاچي جي گهر ، هالن واريءَ ڳاڙهي ڪٽ تي گلابي وڳو پايون ويٺي آهيان ، پاڻ مان مينديءَ جي پٺي هبڪار آيم ۽ اها هبڪار جاڳڻ کان پوءِ بہ سمجهيم تہ چڙ ڏاري ڦهلي پئي آ .
ڳاڙهي ڪٽ ، گلابي وڳو ، مينديءَ جي خوشبو ، چاچي جو گهر ....... مطلب تہ .... اٿي هاٿي ٿهيو ، هينئر نہ سڀ ليڪا لنگهي ويا. ان ڏينهن آيو کهڙو تہ منهن ٿي ويو هئس، مختيار ۽ انوءَ کي ڏسي ، منهن اٿين سڄايو ويٺو هو، وس پڄيس تہ ڪٽي مون کي اڏائي ڪنهن ڪوهہ ڪاف تي پهچائي ، جتي ڪانئس ڪان سواءِ ڪو بہ نہ ڏسي .. “چريا ! تو کي ڪهڙي خبر تہ مان پين سان ظاهري گڏ هوندي بہ اصل ۾ تہ تو وٽ ئي هوندي آهيان !“
ڪيئن مان تو کي پنهنجي من جي محفل ڏيکاريان ، جنهن جو مور ڪو بہ پيو نہ، رڳو تون هوند و آن جوسب ! ( يوسف ) رڳو تون ! تون هڪ دفعو پنهنجي سوتليءَ جي سڳن سان سبيل چپن جا ٽانڪا کول تہ مان تو کي پنهنجي دل ڌرتيءَ جا درشن ڪرايان . جتي رڳو تنهنجو راڄ آ . عورت جي ملڪيت ، اهو ڌرتيءَ ٽڪر ئي تہ هوندو آ ۽ جڏهن ان تي بہ ڪو قبضو ڪري اچي ويهي تہ پوءِ ڪجهہ بہ تہ پنهنجو ڪين رهندو آ .......!
چوٿو ايڏو ستائين ، اجايا ڪري بند بڌا اٿئي، مان ڇڻ چاٽان ڪين ٿي ، تنهنجي من ۾ چاهي ........؟!!!
گهوٽ جي ڍڪڻ پچڻ تي گهوٽيتن جي رڙين تي چرڪي شڪائيءَ مان هيڏانهن هوڏانهن ڏٺائين ، سامهون سيج تي ڳاڙهي تجلا ڏيندڙ ڳاڙهي وڳي ۾ ڪنڌ هيٺ ڪيو ويٺل ڪنوار جي سامهون گهوٽ کي وڃي ويهاريو هئائون .
لاٽن کان پوءِ جڏهن آئينو ٻنهين جي وچ تي رکي ، گهوٽ ڪنوار جي چهرن کي آئيني تي جهڪايو هئائون جيئن هو هڪ ٻئي کي چڱي طرح ڏسي سگهن .
“ ابا ونيئي؟“ ڪنهن پوڙهيءَ کلندي رڙ ڪندي چيو .
“ ڳالهہ ئي نہ پڇ ماسي ! گهوٽ بہ کلندي سا ڳي مذاق واري انداز ۾ چيو هو.
چوڏاري ٽهڪڙو مچي ويو ، تڏهن هن يوسف جي چهري کي غور سان ڏٺو .
جيڪو خوشيءَ ۾ ٻهڪندي يا ڪنوار جي رئي جي عڪس پوڻ ڪري ڳاڙهو ٿي ويو هو .
گهوٽ ڪنوار کي ڪمري ۾ پهچائي ، جيسين واپسيءَ جي تياري ٿئي، تيسين وري گهوٽ جون ڀينر ، سؤٽيون ۽ ماساتيون دهل جي زور ۽ تاڙين جي ٺهڪن تي ڳائڻ ۾ شروع ٿي ويون . سيني جي سريلن آوازن ۾ هن جو آواز بہ تحليل ٿي ويو ۽ سڄو ڪمرو:
“ بينصر ادل جي مان لاڙئون آٽايان “ سان گونجڻ لڳو .

# اياڻو

"تنهنجو سڀ ۾ سٺو دوست ؟"
" ڪُولا ۾ آهيان "
" وڏي ۾ وڏو دشمن ؟"
" هيءَ جيڪو هينئر منهنجي ۾ مان وڃي رهيو آ."
" ڇا مطلب آ ؟"
" "وقت ، جيڪو هر گهڙيءَ مون کي پنهنجي سزا ڏيندو رهندو آ ، ذهني به ته جسماني به ، هن جو ۽ منهنجو ازل کان جهڳڙو هلندو پيو اچي ،هو مون کي شڪست ڏيڻ جي هڻ هٽان ۾ آهي ۽ مان ڪيس ! "
" پوءِ نتيجو ؟"
" جنگ جاري آ اڃان ! "
" ڇا تو سمجهين ، شڪست ڏئي ويندينس ؟"
"انشا الله . "
" منهنجي مدد گهرجئي؟"
" نه ، هو به اڪيلو آهي ، مان به اڪيلو ئي وڙهندومانس ! "

" تون ڪير آهين ؟ "
" صديون تو سان گڏ رهيو آهيان ، پوءِ به نه تو سڃاتين ؟! "
" ..........!"
" منهنجو نالو وقت آهي . "
" ڪنهن ۾ ڪم اٿئي .؟ "
" مون ۾ پين جو ڪم هوندو آ . "
" پر مون ۾ ڪهڙو ڪم اٿئي ؟ "
" ان ڪان پهرين جو مان تو کي ان سوال جو جواب ڏيان، تون اهوسوال پاڻ وٽ بچائي رک . هڪ ڏينهن اهو ئي ساڳيو سوال مان ڪندومانءِ . "
" پلاهتي ، هن پاڙي ۾ ڪو دوست پوست رهندو اٿئي ڇا ، جنهن سان ملڻ آيو آهين ؟"
" مان ڪنهن سان دوستي ناهيان رکندو ، دوستي ، سواءِ مون کي نقصان رسائڻ جي ، ڪجهه به ناهي ڏيندي ، پر تنهن جي باوجود به مان انسان سان دوستيءَ جو ضرورڏائڻ لاءِ ، هر گهڙيءَ پيو سندس آڏو پنبان ڦرندو آهيان ، پر اهو اياڻو ،

صفا پاڳل آ ، پوڪ آ ، منهنجي هيڏي ساري قيمتي وجود کي تسليم ئي نہ ٿو ڪري ، جيئن ئي مون کي پنهنجي ويجهو ايندو ڏسندو آ ، ٽنگ ٽنگ تي چاڙهي، ائين سمهي رهندو آ ، ڇڻ مان ڪو سندس زر خريد ٻانهو آهيان ، جو سندس پيرن ۾ ويهي ڪيس زور ڏيندس ، ڪيڏانهن بہ نہ چرندس پرندس ! "

" پر هو تہ چوي ٿو ، تون سندس وڏي ۾ وڏو دشمن آهين ، توهان وچ ۾ جنگ عظيم ڪان بہ وڌيڪ خطرناڪ جنگ جاري آ ۽ هن کي پوري پڪ آ تہ هو تو کي شڪست ڏيندو . "

" ها ..... ها ........ها .... چيم نہ پاڳل آهي ويچارو ، دوستيءَ مان ڇا ڇاٽي، ڪير ڪيئن آ ، اها تہ شناس ئي ڪانهيس " . ها ... پڌو اٿم ، هڪ دوست اٿس ، جنهن سان ڇڳي ياري نڀايون پيو اچي ، پر اهو مون کي بنهہ ڪين وڻي. الاهي دفعا سمجهايو ٿيمانس تہ ان سان دوستي ڦٽاءِ ، جيڪو حقيقت ۾ تنهنجو دوست نہ ، دشمن آ ، تہ پوءِ ڏس ڪيئن نہ ٿو منهنجو وجود ڏسڻ ۾ اچئي ، پر هو چوندو آهي تو ۾ ۽ سندس جگري دوست نفس ۾ ڪلرڊ ۽ بليڪ اينڊ وائيٽ ٽي ويءَ جيڏو فرق آ ، تون مون کي اهو ڪجهہ نہ ٿو ڏئي سگهين ، جيڪو مان هن کان پائيندو آهيان ، آئينده اسان جي وچ ۾ ڪڏهن بہ اچڻ جي ڪوشش نہ ڪندو ڪر ، نہ تہ ٻئي ڳڏجي تو کي پسر ڪري ڇڏينداسين . تو کي اهڙي شڪست ڏينداسين جو دنيا ڏندين آڱريون ڏيندي.تڏهن منهنجي غيرت ايڏو وڏو چئلينج گوارا ناهي ڪري سگهندي ۽ جڏهن مان ڏسندو آهيان تہ هو پنهنجي دوست جي ڪلهن تي چڙهي ، عياشيءَ جون سڀ حدون اورانگهڻ ۾ مصروف هوندو آهي ، سندس ٻانهن ۾ قيد ٿي ننڊ جي سيج تي ستو پيو هوندو آهي، تڏهن اهي اهڙيون گهڙيون هونديون آهن ، جن مان ، مان پورو پورو فائدو وٺندو آهيان ، سندس چئلينج ، سندس ئي جوڙيل هٿيارن جي پل تي هوندو آ، پر مون وٽ سڀ کان وڏو هٿيار منهنجو پنهنجو وجود آ ۽ جڏهن هو پنهنجي دوست سان رهاڻين ۾ مصروف هوندو آ ، تڏهن مان ، ڪانئنس هزارين ميل پري هليو ويندو آهيان ، ايڏي اوچائيءَ تي پهچي ويندو آهيان ، جتي سندس رسائي ممڪن ئي ڪونهي ، پر هو بہ منهن جي ڦڪائيءَ ڪان ، ساڳيون هنيوچيون پيو هڻندو آ ، مون تائين رسڻ جون ، مون کي شڪست ڏيڻ جون ، پاڳل ڪنهن جاءِ جو !

# ماَمتا

"چو ٿي منهنجو سک ڦٽائين ، هلي وڃ ، هلي وڃ هتان ، خدا جي واسطي ، مون کي ، مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏي." اوندهه روشنيءَ جي ننڍڙي ڇٽنگ پسي سڏڪي پئي.

"تو کي ڪهڙي خبر ، تنهنجي اچڻ سان مان ڪيڏين راحتن کان محروم ٿيو ٿي وڃان .... ڇاڪاڻ ته تون مون کان هر لحاظ کان ارفع آهين پر .... تو منهنجي هنج ۾ پناهه وٺندڙن جو چهرو ڏٺو آ ، جيڪي تو کي ڏسي مون کان منهن ڦيري ويندا آهن ، مان جيڪا هميشه تنهائين جي ڪن ۾ ٻٽڪندي رهي آهيان ، ڪن پل به تون مون سان ڪنهن جي سنگت برداشت نه ٿي ڪري سگهين .....!"

"سڄي دنيا ته مون کان نفرت ڪندي آ ، جيڏانهن منهنجو هلڪو پاڇو به پسندي آ ته اوڏانهن جو رخ ئي ناهي ڪندي پر ڪين ڪهڙي خبر ته مون ۾ ئي پرهه جا پيغام لڪل هوندا آهن."

"گناهه به ته تنهنجي ئي هنج ۾ ٿيندا آهن نه ؟" روشنيءَ طنز مان چئي اوندهه جي ڏکندڙ رڳ تي هٿ رکيو.

"منهنجي هنج ۾ .... ! مان ته رڳو آڙ هوندي آهيان ، اصل ۾ ته اتي به مون کان ويجهي تون ئي هوندي آن ، ڪڏهن ماچيس جي تيليءَ جي صورت ۾ ته ڪڏهن هيڊ لائيٽس جي صورت ۾."

"تون ڪيڏو به پاڻ کي افضل سمجهه مون کان ، پر ياد رک ، تون ڪڏهن به سوجهري جو پيام ناهي آندو . تنهنجي ڇڏي وڃڻ ٻجاڻان ، مان ٻتڪيل ۽ تنهنجي رويي کان نراس ٿي ويلن کي پنهنجي پرهه ۾ لڪائي سمهاري ڇڏيندي آهيان ته هن واعده شڪن جون ڪجهه گهڙيون انتظار ڪريو ، ڪيستائين لڪندي .... ۽ پوءِ ڪين تنهنجي جهلڪ مٽي آسمان ۾ چمڪندڙ ننڍڙن تارن ۾

ڏيکاريندي آهيان . ڪي ته بهلجي ويندا آهن پر ڪي اڃان به مون کي ويجها ٿي ، منهنجي آغوش ۾ منهن لڪائي پهرن جا پهر سڏڪندا رهندا آهن ، تڏهن ائين محسوس ٿيندو اٿم ڄڻ منهنجو سڄو وجود ماءُ جي هنج بڻجي ويو هجي ، جنهن ۾ ڪنهن ڳالهه تان ڪينو ڪري ، پار منهن لڪائي سمهي پوي ۽ پوءِ مان سڄي رات ننڊ ناهيان ڪري سگهندي ، يا ته سندن لڙڪن سان پنل پنهنجي دامن کي نپوڙيندي نپوڙيندي يا هنن جي زخمن تي پها رکندي ، پر جي اڃان به سمجهندي آهيان ته هنن جي بيقرار روح کي ڪنهن ڪل قرار ڪو نه ٿو اچي ته

پنهجي سنگتياڻي ، نند ديويءَ کي سڏ ڪندي آهيان ، جنهن جي ٻاري ۾ پٽيو اٿم ته تو سان ٻه ڇڳي خاصي لڳي وئي اٿس پر تو وٽ اچڻ مهل هوءَ پاڻ چوندي آ ته مون کي چين ڪو نه ايندو آ ، هوءَ منهنجي صحبت جي ايڏي عادي ٿي وئي آ جو تو وٽ ته ڪنهن مصلحت تحت ئي ايندي هوندي.ها سو جڏهن نند ديوي ڪلڪارون ڪندي آ ته ، " هش ........ " ڪري چوندي آهيانس ، آهستي ڪل جو ڪي ته اهڙي سڪون ۾ ٻه هوندا آهن جو دڄي پوندي آهيان ته اهي ٻه نه اٿي پون ، پوءِ هوءَ ڪائنات جي مڙني رنگن مان نهيل سپنن جا ننيڙا رانديڪا ڪٽي ايندي آءِ ڪين ، پنهنجي آغوش ۾ ويهاري ، رانديڪن سان ٻهلائيندي رهندي آ ، جيستائين تون اکيون مهٽي اٿين .

" تو ته رڳو چين ڦٽايو آ ، منهنجو ڇا پر انسانن ، حيوانن ، پکي پکڻن، جيت جڻين ، مطلب هر ساهه واري جو سک ڦٽايو آ ، ويندي ٻوٽن تائين جو هو ٻه منهنجو سنگ ڇڏي لڙڪ هاري ويهندا آهن ، جن کي تون منهن جي ڦڪائي لڪائي ، ماڪ ۽ شبنم جا نالا ڏئي ويهندي آهين . "

" او سکي منهنجي وجود کي پلي تون تسليم نه ڪر ! ڇاڪاڻ ته مون کان سواءِ هنن جو گذارو ٿي ويندو ، تو کان سواءِ نه ، پر .... تو کي منهنجي واسطي رحم نه اچي،نه ئي سهي ، پر هنن جي واسطي رحم ڪر ، جيڪي تنهنجي ڏنل ڏنگن جو عذاب منهنجي اکين آڏو پوڳيندا آهن . "

" مان ڪيترن جو زهر چوسيندس .....؟ "

" تون مون وٽ نه اچ ، تون نه ٿي چاهين ، تنهنجي پيئندي ٻار کي ڏاهه اچي ته هو کي پهر تنهنجي پيئڻ ڇڏي ڏيندو آ . "

" منهنجي ممتا جو ڳلو نه گهٽ، نه ايندي ڪر مون ڏي ، بلڪ اسان ٻنهين لاءِ بهتر آ ته قدرت طرفان مقرر ڪيل پنهنجين حدن ۾ رهون .! "

# پرائي تڏي

شاديءَ جو تياريون مڪمل ٿي ويون هيون ، پڦين پاءُ جي آخري نشانيءَ ڪي خيمي ۾ گهرايو ماءُ پنهنجي تقدير جيان وکريل وارن ۾ خاڪ پري آخري دفعو پٽ جي پيشاني چمي .
ڪيس اميدن جي خون سان لال ٿي ويل ڳانا ٻڌا ويا ، لڙڪن سان پنل مينديءَ هنئي وئي ۽ سڀ بيبيون بجاءِ سهرن جي زور زور سان ماتم ڪندي نوحه چوڻ لڳيون .......

سيني جون اڪيون لڙڪن سان تَرِ هيون . ڪنهن ڪنهن هلڪا سڏڪا ٿي پريا . هوءَ آخري صف ۾ ويٺي هئي ، ڪنڌ پهرئين ڏينهن جي پرٽيل ڪنوار جيان مونن ۾ هيون . فرق رڳو رئي جي رنگ جو هو ، ڳاڙهي بجاءِ ڪاري رنگ ڪيس گهونگهٽ جي اوٽ ڏني هئي . ڪارو رنگ جيڪو وڳي تائين ڦهلجي سندس سڄي وجود کي اورانگهي قسمت جي پنن کي ڪارو ڪري ويو هيس . هن جون اوچنگارون سڄي هال ۾ گونجي رهيون هيون ، جيڪي ذاڪرياڻيءَ جي سريلي ۽ مٺي سر ۽ مصائب جي اڳتي وڌڻ تي جيئن پوءِ تيئن وڌنديون ٿي ويون . مجلس ۾ موجود سڀ عورتون رکي رکي ڏانهنس گهوري رهيون هيون ، هوءَ جيڪا ماءُ جي موت تي به ايترو نه رني هئي .
"شل نه ڪنهنجون مائرون ويڇڙن !"ڪنهن سرگوشيءَ ۾ چيو .
"ها ادي لوڪ سچولب جو ،ابو امان بي لبو .پرسان ويٺل ڪنهن ٻيءَ عورت سرگوشيءَ جي موٽ ۾ سرگوشي ڪئي .
....... ۽ جڏهن يزيدي لشڪر مان ڪنهن ناپاڪ آواز بلند ڪيو ،" آهي ڪو مرد ميدان ۾ جيڪو اسان جي سامهون اچي،اسان سان مقابلو ڪري !" تڏهن جوش جي هڪ لهر سيني ۾ محسوس ڪندي قاسم نوشه اٿي بيٺو ، هن آخري دفعو پنهنجي ونيءَ کان موڪلايو ، هوءَ ظلم جي ماريل لڄ ۽ ڏک کان ڪجهه ڪڇي نه سگهي هئي ، هٿ وڌائي ڪيس روڪڻ چاهيائين ته امام جي پهرياڻ جو ڪجهه حصو سندس هٿ ۾ اچي ويو .
....... بيبي ڪبريٰ جنهن کي ونيءَ ٿئي چند پل ئي مس گذريا هئا ، پنهنجي ور جي آخري نشاني سندس پهرياڻ جو ڦاٽل حصو سيني سان لائي سڏڪي پئي . ڌرتيءَ تي لهي ، خاڪ جا ٻڪ مٿي تي وسائي گريه زاري ڪندي پنهنجي ٻي وڳيءَ جو انتظار ڪرڻ لڳي ........

درود ۽ صلواتن جا پڙاڏا سندس ڪنن سان ٽڪرائجي هن جي اوڇنگارن جي آواز ۾ ضم ٿيڻ لڳا .

اوڇنگارون وڌنديون ويون ....... وڌنديون ويون ........ سندس سڄو جسم پگهرجي ٺڌو برف ٿي هڪ پاسي ڪري پيو .
ذاڪرياڻيءَ مجلس جو آخري بند پڙهي پورو ڪيو .
هوءَ ساڪن جسم، لڙڪ پنل ڇهري تي چنبڙي ويل ڪليل وارن سان بي سڌ پئي هئي ، اوڇنگارون ڏيندي ڏيندي ماتم ڪندي سندس باقي بچيل چوڙيون به ڀڄي ٽڪرا ٽي ڪجهه ڌرتيءَ تي ته ڪجهه سندس ڪرائين مان وهندڙ رت ۾ پرجي ٻانهن جي ماس ۾ چنبڙي ويون هيس .
ڪنهن مٿس پاڻي ٿي وڌو ڪنهن صلواتون پئي شوڪاريون ، ته ڪنهن "بس ادي پرائي تڏي هر ڪو سور پنّي پنهنجا " چئي ٿڌا ساهه ٿي پريا پر ڪنهن به سندس ساڪن جسم اندر ڌڪ ڌڪ ڪندڙ ڪنهن سير وڌل پکيءَ جيان ڦٿڪندڙ دل جي وارتا نه ٿي ڄاتي .

هڪ عورت اٿي نياز جي ٿالهه مٿان ڏنل اخبار کڻي ڇنڊڻي ڪري ڪيس هوا ڏيڻ لڳي ، جنهن ۾ ڪنڊ ڪان ڌرتيءَ تي لت پت ان جي تصوير هئي ، سندس اکيون ڪنهن کي مدد لاءِ پڪاريندي ڪنهن جي راهه ڏسندي اڌ کليل ئي رهجي ويون هيون ، تصوير مٿان ننڍڙي سرخي هئي ته :
"رات دير سان هڪ نامعلوم نوجوان کي واٽ ويندي (شايد مستقبل جا سندر سپنا جوڙيندي ) ڪي دهشتگرد بيدرديءَ سان قتل ڪري فرار ٿي ويا ... "
هو جيڪو دنيا جي نظرن ۾ ڪجهه نه هو ،پر هن ، سندس هيئنءَ ريءَ موڪلائي شهيدن جي وستي ڏانهن رخ ڪرڻ تي قيامت تائين جي وڇوڙي تي بيبي ڪبريٰ سان گڏ گڏ ائين ماتم ڪرڻ چاهيو هو ،جئين هوءَ پنهنجي بي ڪفن گهوٽ جي پامال ٿي ويل لاش کي ڏسي تاحيات ڪندي رهي .

# ڏوهي ڪير؟

"عورت جي به ڇا زندگي آ؟ جمڻ کان مرڻ تائين سُور ئي سُورا"
"پر اڄ جي عورت لاءِ ائين نه ٿو چئي سگهجي !"
"اڄ جي عورت، چاهي جو خلا ۾ قدم رکي چڪي آ. پر اسان جي پٺتي پيل معاشري ۾ اڃان به هن جي چائنٽ ٻاهر نپڻ تي، زنجيرون وڌيون ٿيون وڃن! منهنجي دل ته چوندي آ جي مون کي اختيار هجي ته عورت جي حقن لاءِ وڙهان، هن کي محرومين مان ڪيان، پر اهو سڀ، ڪنهن هڪ جي سوچڻ سان ته نه ٿيندو! ان لاءِ سهڪار گهرجي، سات گهرجي..."
"مان تنهنجو سات ڏيندم زيبِ!" هن منهنجي ڳالهه اڌ ۾ روڪي، پُر اعتماد لهجي ۾ چيو هو.
"پر تون به ته مرد آن نه ! ۽ هي معاشرو ...." مون مرڪندي ٽوڪيو
رمانس ۽ هن وري ڳالهه ڪٽي چيو:
"اهو ته وقت ٻڌائيندو ته معاشرو مرد جو آهي يا عورت جو! پر تون رڳو منهنجو سات قبول ڪر زيبِ! ڏسجان گڏ جي ڪيئن ٿا انهن فرقن کي مِٽايون."
"صرف هڪ عورت جي حقن جي ڳالهه ناهي جناب !" ٿورو شوخ ٿيندي چيو.
"اڙي هن معاشري ۾ ڪنهن هڪ عورت کي ئي سنلس جاتز، گهربل حق مِلڻ ته به وڏي ڳالهه آ."
اڪثر اسان ٻئي جڏهن به ملندا هئاسين، مرد عورت جي حقن، انصاف ۽ نا انصافيءَ جي فلسفي کي ڪٽي ويهندا هئاسين ۽ واقعي هن پنهنجي دعوائن کي پورو ڪري ڏيکاريو. اسان جي محبت جي گاڏي پيار جا پيچرا اورانگهيندي وڃي شاديءَ جي منزل تي پهتي.
شاديءَ کان پوءِ هن ڪڏهن به مون کي رواجي مڙس جيان، اهو احساس نه ڏياريو ته ڪو ٻاڻ مون کان مٿانهون آ. ٻئي گڏ هڪ ايڊورٽائيزنگ ايجنسيءَ ۾ ڪم ڪندا هئاسين. گهر يا گهر کان ٻاهر هر ڪم ۾ ٻٽلنس. ايئنو ته ڪو آپريٽرِ معالينڊ جو مان سوچي به نه ٿي سگهيس ته اسان جي پٺتي پيل معاشري ۾ مردن جو جهڙو اميج هو، منهنجي نظر ۾ان جي برعڪس ڪو اهڙو براڊ مائينڊيڊ مرد به ٿي سگهي ٿو!
سال کان پوءِ "ماه رخ" جي آمد ٿي. "برٿ پينس" ته ڪري مون ڪاڏا پر "توجر پينس" ۾ برابر جو شريڪ هو. ٻيمي‌ءَ جي طبيعت خراب هوندي هئي ته اڌ

اڄ رات جو اٺين ٻئي گڏ، اوچاڳو ڪندا هئاسين. بيبي مون وٽ نـ فيبنگ جو ڪم هن تي ۽ جي بيبي هن وٽ، نـ فيبنگ مون تي، ڪيڏي مهل نيپڪن پيو چينج ڪري نـ ڪيڏي مهل گهوڙو ٻنجي پيو گهمائيس. ٽن سالن گڏ ٻچاڻان، محسوس ٿي نـ ٿيندو هو تـ ڪو شاديءَ کي ٽي سال گذريا آهن . ساڳيو پيار، ساڳيو چاهـ ، ساڳيو اتساهـ، ڄڻ انهن شاديءَ کان پهرين پيار وارن پينگهن ۾ پيا لڏون!

اسان چاهي جو مرد عورت جي سماجي فرق کي عملي طور مٽائي چڪا هئاسين. پر پوءِ بـ ٻين جي مسئلن/مثالن کي وٺي اڪثر بحث ڇيڙي ويهندا هئاسين. جن ۾ هو هميشہ عورت جي فيور ۾ ڳالهائيندو هو. تڏهن منهنجي ڳلن تي خوشيءَ جا ڳاڙها گل ٽڙي پوندا هئا تـ ههڙو سچو ۽ سهاجهو جيون ساٿي مليو اٿم .

"هالارُ" جي پيدائش دوران مان هاسپيٽل ۾ ٿي ايڊمٽ هئس،"ماه رخ" سندس حوالي ! ڪيڏيون ذميواريون سنڀاليون هئائين اڪيلي اڪيلي! مان دل ئي دل ۾ پنهنجي قسمت تي رشڪ ڪندي هئس ۽ ڪيس ساراهيندي هئس.

اڄ هو آيو، "ماه رخ" ڪو نـ هئس.

"بيبي ڪاٿي آ؟"مون حيران ٿيندي "ماه رخ" جو پڇيو.

"گهر آ." وراڻيائين پر ڪنڌ جهڪيل ۽ اکيون ڏرتيءَ ۾.

"گهر!؟ - اڪيلي !!؟" مون ذري گهٽ رڙ ڪندي چيو.

"ها مون سوچيو، اڄ تـ هونءَ ئي تون هاسپيٽل مان ڊسچارج ٿيندئين ...!" هن جون اکيون اڃان بـ هيٺ هيون، مان سندس ڳالهہ ڪٽيندي چيو.

" ڇا ڳالهہ آ ذولفي !؟ مون کان ڪجهہ لڪائين تـ نـ پيو!؟"

"زيبِ!تون مون کي ڄاڻين ٿي. مان تو سان ڪيڏو فيٿ فل آهيان. تنهنجي خيالن،تنهنجي آدرشن جو ڪيڏو مان آ،مون وٽ ۽ مان سمجهان ٿو تـ توکي اهو ٻڌي خوشي ٿيندي تہ مان اڄ هڪ عورت کي تباهہ ٿيڻ کان بچائي ورتو آ، هن کي زماني جي ڪوسين لڪن ۾ سڙڻ کان اڳ ڇانوروڏنو اٿم" هن سنجيدگيءَ ۽ گهمبيرتا سان چيو.

"ڪير - ڪيئن!؟" مان ڳالهہ نـ سمجهندي حيران ٿيندي پڇيو !

"زيب ! هتي ئي،هن هاسپيٽل ۾ ٻـ ڏينهن اڳ،هڪ عورت کي مرتينگ حالت ۾ ايڊمٽ ڪيو ويو هو، هوءَ جنرل وارڊ ۾ پنهنجي جوان سنهڙي ۽ سانوري ڌيءَ سان رهيل هئي. حالت مان ئي مظلوم پئي لڳيون، مان بـ هڪ بہ دفعو ويو مانِ تـ ڪنهن مرد جي ضرورت پوي تـ مون سان يا تنهنجو روم نمبر ڏسيو. مانِ تـ توسان ڪانٽيڪٽ ڪن. جيئن تـ مائيءَ جو زهر ڪاڈل هوان لاءِ بچي نـ سگهي.هاڻي هوءَ اڪيلي ڇوڪري اڃي ششدر ٿي. مون دلاسو ڏنو مانس. گهرجو ڏس پتو پڇ۔مانس، پر چيائين، " ڪو ڏٺي ڪو ڏورڪي ڪونهي، ڪو بـ اور پار جو عزيز مٽ، ڪونهي!" خير مائيءَ جي ڏفين تـ ٿي هاڻي هو ڇوڪريءَ جو مسئلو تـ ڪيڏانهن وڃي، هن ويچاريءَ ڏک ۽ بيوسيءَ مان پئي هيڏانهن

هوڏانهن نهاريو ۽ ڳوڙها ڳاڙيا.
مان ڪيس گهر وٺي ويس ته جيسين ڪو عزيز رشتيدار اچيس تيسين اتي ئي ملي رهي!
"گهر!!!" مون کان رڙ نڪري وئي.
"بيو پلا ڪيڏانهن وڃي ها! رات جو ئي هڪ شخص آيو، جنهن چيو ته سندس پيءُ آ! مان ڇوڪريءَ کي چيو ته تو ته چيو هو ته منهنجو ڪير به ناهي. هيءُ تو چوي ته هيءُ تنهنجو پيءُ آ.

ڇيائين "اهو منهنجي ماءُ جو بيو مڙس آ. ان ئي منهنجي ماءُ کي زهر ڏنو ۽ روز اسان ٻنهين کي ماريندو هو، امان کي زهر ان لاءِ ڏنائين ته جيئن هو مون سان شادي ڪري! مان زهر ته ڳائيندم پر ان سان ڪڏهن به شادي نه ڪندم، ان سان ڳنڍجي نه ويندم!"
ڇوڪري پاڻ مارڻ لاءِ تيار ٿي بيٺي ۽ هو ڌمڪي ڏئي ويو ته عدالت ۾ تو ڇڪرايانو! منهنجو ته متو ئي ڇڪرائجي ويو ته ڪهڙي مصيبت ۾ اچي ڦاٿو آهيان پوءِ اوچتو فيصلو ڪيم ۽ صبح سان ان تي عمل ڪيم. عدالت ۾ هن کي وٺي وڃي ڪورٽ ميريج ڪري ڇڏيسين.
"مي ...ري...ج !!!!" منهنجو هياءُ ٻڏڻ لڳو، دماغ جون نسون ڇڻ ڦاٽڻ لڳيون. مان نستي ٿي وڃي بيڊ تي ڪريم، اکين جا بند ٽٽي پيا، لڙڪ وهندا رهيا- خبر ناهي ڇا لاءِ؟
عورت جي دک ڀري داستان لاءِ!
مرد جي عورت سان عقيدت ۽ رحم جي جذبي لاءِ!
پيار ۾ ورهاست لاءِ!
يا اهو واضع ٿي وڃڻ لاءِ ته عورت وڙهي به پيا سڀ حق ته وٺي ٿي سگهي پر اهو حق، اهو اختيار اسان جي مذهبن اسان جي سماج ۾ صرف ۽ صرف مرد کي ڏنو آ!!!

# ويندي ويندي

ڪيڏي اونداهي رات آ .... ڇا هاڻي اهي اونداهيون راتيون ئي منهنجو مقدر هونديون ......؟!
ڏور اڀ ڏانهن اڏامندڙ ستارن ڀري رات جي آجيان ڪندڙ ، سفيد پکين جون سناٽي ۾ ڪنن ۾ رس اوتيندڙ لاتيون ، هي راتين جي سفر ۾ منهنجو همسفر چنڊ . ڇا اڄ هن سان منهنجو هي آخري سفر آ ....؟ هينئر ئي ڪيس الوداع چئي اکيون ٻوٽي ڇڏيان ....؟
نه .... نه .... اڃا ته ڪي گهڙيون ترس .....
ڪيڏي حسين آ زندگي ، اُن جو احساس شايد ان وقت شديد ٿيندو آ ، جڏهن زندگي ۽ موت جي ميلاپ ۾ چند گهڙين جو فاصلو هوندو آ ....!
مان چوندي هيس ، زندگي هڪ حسين محبوبا جيان آ ، جنهن جي عشق ۾ موت ، ڪنهن سچي عاشق جيان ڀويان سرگردان ڦري ڦري ، ٿڪي ٽٽي نيٺ پائي وٺندو اٿس. پر اهو عشق يڪطرفو هوندو آ ، " عمر " جي عشق جيان . زندگيءَ ڪي ڪڏهن به موت سان عشق ٿي نه ٿو سگهي . هوءَ ته موت جي قيد ۾ وڃي به شايد مارئيءَ جيان پنهنجا پکا ۽ پنهوار ساريندي رهي....!
پر اڄ مون کي پنهنجا ئي لفظ کوکلا ۽ ڪاغذ جي ناوَ جيان ٻي وزن پيا لڳن ڪڏهن ڪڏهن زندگيءَ جو فلسفو الٽو به ٿي ويندو آ . اها محبت ، جنهن کي مان يڪطرفو سڏيو هو ٻه طرفي به ٿي ويندي آ . بلڪ زندگي ئي "سهڻي" بڻجي ساهڙ جي سڪ ۾ پاڻ کي سيرن حوالي ڪري ڇڏيندي آ پر سهڻيءَ جو درياهه ۾ گهڙڻ جو ارادو ، سيرن جي سڪ ۾ نه ، ساهڙ جي سڪ ۾ هو ، پاڻيءَ ۾ پير پائڻ کان اڳ هن جي من ۾ پرئين پار ، سندس اوسيئڙي ۾ ويٺل ، ميهار جي وصل جو ارمان هوندو ۽ جڏهن درياهه جون بي رحم ٻانهون ڪيس پنهنجي آغوش ۾ ڪٺي ويون هونديون ، تڏهن ئي
"ملي تو ميهار ، سهڻي ، سهڻي ٿي وئي " هوندي .
مان ته پاڻ کي فيصلي جي اٽل سمجهندي آهيان ، پوءِ..... پوءِ اڄ ظاهري طور فيصلو ڪرڻ جي باوجود به اندر مان دل جي اوس پاس مان ڪٿان ، نفيءَ جو آواز ڇو پيو اچي ؟ ڇا مان ان (دل) سان زيادتي پئي ڪريان .... ۽ هوءَ منهنجي نيت ڀانپي وئي آ ته چند لمحن کان پوءِ ، سندس گلو پنهنجي هٿن سان گهٽي ڇڏيندس ۽ سندس ڌڙڪن جو ردم هميشه هميشه لاءِ بند ڪري ڇڏيندم اهيءَ

اکين جي آلاڻ ، چپن جي لرزش ، ڇا تا چوڻ چاهين مون کي ؟ ڇا مان سپني سان زيادتي .....
نہ ... نہ ... ! کنهن کي سمجهايان آخر تہ مان هن ساهن جي تسلسل کي زندگيءَ جون نانءُ نہ ٿي ڏيئي سگهان . اُن کان تہ بهتر آ موت....... کو مون کان تہ پڇي زندگيءَ جي اهميت ، هر کو پنهنجي پنهنجي زاويي کان ڏسندو هوندو زندگيءَ کي پر مون لاءِ زندگي کيڏي حسين هئي ، اهو کو منهنجي اکين سان تہ ڏسي ها ، منهنجي دل سان تہ محسوس کري ها .....

ڇا مون کان پوءِ هن سرشتي جو سرکل ساڳيءَ ئي رواني‌ءَ سان هلندو رهندو...؟ ڏينهن رات ، صبحن ، شامن جو تسلسل ساڳيءَ طرح هلندو رهندو؟
ها بس محسوس کرڻ وارن مان هڪ جي کمي هوندي ... آسمان جي کروڙين تارن مان هڪ تارو ٽٽو ، کهڙو فرق پيو !؟.
هوا ۾ شامل اربين ساهن مان هڪ جي کمي ٿيندي ، کير محسوس کندو ؟!
پر.... پر مون لاءِ اهو هڪ ساهہ کيڏو اهم آ ، جنهن جي نہ هئڻ سان کجهہ بہ نہ هوندو .... هيءَ دنيا "اونداهو کن " بڻجي ويندي ! ظاهر آ ، اک بند ٿيڻ کان پوءِ ڇپرن جي اندران ئي ڏسي سگهبو آ ، ٻاهر کيڏيون مشعلون ٻريون ، کهڙي کلَ....!!
کيڏو بي وجود آ انسان ! پنهنجي ئي سامهون ، پنهنجو پاڻ کي هوائن ۾ تحليل ٿيندو ڏسي بہ کجهہ ناهي کري سگهندو؟! ۽ هي بي جان شيون ....
هيءُ پلنگ ، هيءَ پين ، کيئي انسانن جون يادگيريون پاڻ ۾ سمائي هميشہ زنده رهندڙ کتاب ، گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ تي سٿين جو رقص ، صديون ساڳي حالت ۾ رهي سگهن ٿا ۽ اسان ....
پر مان هينئر ، هن گهڙيءَ اهو ڇو سوچڻ ويٺي آهيان ، اهي ڳالهيون تہ ورندو بہ مون کي کمزور کنديون ....
هيڏو وڏو فيصلو هڪ پل ۾ کري ويہ ، اڃان کمزور ٿيندم ......جنهن جو ثبوت اهي خط آهن ، جيکي چند گهڙيون اڳ پوسٽ کرائي ڇڏيا اٿم . هڪ خط ، ان ڏانهن ، جنهن جي کري ئي هن هيڏي فيصلي جي قوت سمجهيم پاڻ ۾!
ان خط ۾ ننڍڙي ليٽر پيڊ جي ننڍڙي پني تي وڏن اکرن سان ساري لکيو اٿم . شروع ۾ تہ ڏسي حيران ٿيندو ، پر جڏهن حقيقت جي خبر پوندس تہ ان هڪ اکر ۾ سمايل ، منهنجو سڄو داستان سمجهي ويندو . هونءَ بہ ان ۾ تہ ايڏو اعتبار اٿم جو رڳو خالي کاغذ موکليانس تہ بہ منهنجي دل جون حقيقتون ڄاڻي وٺندو .
ٻيو خط ، پنهنجي ئي گهر جي ايڊريس تي پوسٽ کيو اٿم ، جنهن ۾ لکيو اٿم.

منهنجا پيارڙا!

منهنجي جدائيءَ جو ڏک ، شايد اوهان کي ايڏو نہ ٿيو هجي جيڏو مان ٿي محسوس ڪريان ، ڇو تہ هيئن پاڻهي جدائي قبولڻ سان اڪيلائيءَ جو احساس، ڪيئن ڇوان ڪيڏو وڏي ويو آهم !

هن خط لکڻ کان اڳ اوهان سيني جي جاڳندڙ ۽ ننڊ پيل ناراض ، ناراض چهرن کي ايڏو سک مان ڏٺو هيم ، جيڏي نظرن ۾ سکھ هئي پر هن کان سواءِ ٻيو ڪو طريقو بہ تہ ڪونهي ! هونءَ بہ اهو جيئڻ ڪهڙو ، جنهن ۾ زندگيءَ جو احساس ئي نہ هجي!؟؟

اوهان جي..........

ڇا واقعي چند گهڙين کان پوءِ ......؟ نہ .....نہ ...(اندر ۾ سڏڪو) ويڙهو تہ پوندو نہ جانم ! ڪجهہ دير پهريون بہ ڏس اهڙا خيال آيا هئم من ۾ ۽ پنهنجي فيصلي کي پينڊيوليم تي لڏندي محسوس ڪيو هئم پر ڏس خط بہ پوسٽ ڪري چڪي آهيان ، ائين جي روز روز پرم ٽٽندو رهيو تہ پوءِ شايد هيءَ سزا بہ پاڻ کي ناڪافي لڳي ......

پر اها ڪهڙي پڪ آ تہ منهنجي هن فيصلي سان هو رنجيده نہ ٿين يا منهنجي هلئي وڃڻ کان پوءِ هو مون کي سنن لفظن ۾ ياد ڪن !

زندگي آ تہ سڀ ڪجهہ آ ، زندگيءَ کان پوءِ ڇاهي ، ڪهڙي ڪَلَ؟!

ٺيڪ آ جي زندگي منهنجون تقاضائون پوريون ڪرڻ ۾ ناڪام وئي تہ ، ڪيس سيکت ڏيڻ لاءِ ايئن بہ ڪري سگهان ٿي تہ پين جي ناڪامين کي گهٽائڻ لاءِ ، سندن ڪاميابيءَ جون راهون استوار ڪرڻ ۾ بهرو وٺي سگهان .

رهي خطن جي ڪري پرم ٽٽڻ جي ڳالهہ ، سو پنهنجي ايڊريس وار وهڪوشش ڪري پاڻ ئي حاصل ڪري وٺندم ۽ ڪنهن جي بہ پڙهڻ بنان ڦاڙي ڇڏيندم . هن ڏانهن لکيل "ساري" جي وضاحت "اگر ڪڏهن ملي وڃي" تہ ڪري ڇڏيندي مانس ، جو اميد تي دنيا قائم آ . موت ئي تہ اصل وڇوڙو آ ، زندگي ۽ آس جو سبنڌ ڪڏهن بہ نہ ٽٽندو!

# بنان عنوان

”جنم ڏينهن مبارڪ“

” جنم ڏينهن ....جنم ڏينهن ....جنم ڏينهن!! ..............................

دوڪوئي دوڪو - سڀ ڪواس ! جنم ڏينهن ....ائين لڳندو آهي ڄڻ موت کي شڪست ڏيئي، هر سال اهو يقين ڪرڻ چاهيندا هجون ته اسان اڃان زنده آهيون!

زندگي! ڪنهن خلا ۾ ......... ننڍڙ ڪنهن لفظ جيان، ڏور آڪاش جي وسعتن ۾ ڪر، رقص ڪندي رهندي آهي! پر شايد، اهو نه آهي ڄاڻندي ته سندس ڏور جو ٻيو سرو موت جي وحشي چنبن ۾ قاتل آهي !

ڪنهن سچ چيو آ ته، موت هر شيء کي بي معنيٰ بنائي ڇڏيندو آ. ان طرح موت اڳيان زندگيء جي ڪا معنيٰ، ڪا حيثيت ئي ناهي پوء به جيون پيا... اندروني طور پاڻ کي ماري ماري به زندگيء جي لطافتن کي ڏسي پاڻ ۾ جيئڻ جو ساهس پيدا ڪري وٺندا آهيون! پر ڪيستائين ...؟؟

ان جو جواب ته ڪنهن وٽ به نه آهي پر پوء به ان مختصر زندگيءَ ۾ چند گهڙيءَ جي ساهن ۾ اظافو ڪرڻ لاء ٻين جون زندگيون ڪسي وٺندا آهيون. ان اميد تحت ته اهي ڪنهن ڪان ڪسيل زندگيء جا پل شايد، منهنجي جيون ۾ اضافو ڪندا! ڪيڏو دوکو ڏيندا آهيون پاڻ کي !

زندگي!....زندگيء ڪڏهن به ڪنهن سان وفا نه آهي ڪئي. وفا ۽ بيوفائي جو سلسلو ته زندگيء جي شروعات سان ئي شروع ٿي ويو هو پوء ڇو اسان ڪنهن جي بيوفائيء تي سڏڪي پوندا آهيون ؟!

انسان ڪيئن نه جهٽ پل ۾ بدلجي ويندو آهي. ڏينهن جي پهرن جيان . جيڏانهن به نظر ڦيرا... دوکو ئي دوکو آهي چوڌس،خدا جو بندي سان، نيتا جو جنتا سان، ٻيا پڻ جو جوانيءَ سان ، موت جو زندگيء سان ! ڪوجهائپ جو حسن سان ... سڀ دوکو آ - سڀ ڪواس ، پيار محبتون ، ڪجهه به پنهجو نه آهي! سڀ ڪجهه عارضي ،لمحاتي جذبا ، ڪڏهن به ڪنهن پل به ختم ٿي ويندا ، ريشم جي تند جيان ! ساهه جي تسلسل جيان ٽٽي پوندڙ. ڪير جي ڳج جيان، سمنڊ جي ڦيڻ جيان، سڀ ڪجهه پلَ ... پلَ ۾ ختم ٿي ويندا ....!

سوچيان ٿي، دنيا جو بنياد وجهندڙ ان تخليق ڪار،دنيا جي تخليق ڪندي ڇا دوکي جي فلسفي کي مد نظر رکيو هوندو؟!!

زندگي .....فنا جو عرف عام - پلَ ... آپلَ ۾ گم ٿي ويندڙ....

تون!... مان توکي ڪنهن به زندگيءَ سان تشبيهه ناهي ڏني پوءِ به....پوءِ به......

سوچيان ٿي تنهنجي ڪا تشبيهه هٿ ڪرجي.....تون.....تون.....مون کي پنهنجي زندگيءَ جونلو هئين!

ها، مان زندگي جيان ٿي ته هتر / آهيان.

زندگي! ماڪ ڦڙو! ڪن پل ۾، اُس جي تيزيءَ يا هوا جي جهوٽن سان سڪي ڪر ٿي، بي وجود ٿي ويندڙ ۽ تون.....ها! مان توکي پنهنجي موت سان تشبيهه ڏيندس!

جنهن جي شڪنجي ۾ هرپل قاتل آ منهنجي زندگي / مان!

زندگي — موت! ڪيڏو با وفا هوندو آ موت زندگيءَ سان! هن جي چاهه ۾، تلاش ۾ ڪيڏو سرگردان ڦرندو رهندو آهه، جبلن، جهنگن، بر پٽن ۾ ۽ نيٺ پائي وٺندو اٿس ۽ وٺي ويندو اٿس ابد جي محفلن ۾، وصل، جون گهڙيون ماڻڻ لاءِ! پر توکي ته مان موت سان به تشبيهه نه ٿي ڏئي سگهان! تنهنجي تشبيهه شايد، مون وٽ سدا بي نانءُ رهي! اسان جي جيوت ڪهاڻي، اسان جي پريم ڪهاڻي! شايد ڪنهن به ڪو نانءُ نه پائي سگهي. سدا بي عنوان ٿي رهي!

# حسرت

سڄو هال رنگين لغڙن،روشنين ۽ ڦوڪڻن سان جهنجهيو پيو هو. آهستي آهستي مهمانن جو تعداد وڌندو پئي ويو. ٽهڪ،سرگوشيون ،ڪٿي موضوع سياست،ڪٿي هڪ ٻئي جي ڪپڙن ۽ زيورن جي تعريف تي،ڪٿي جارج مائيڪل ۽ بروڪ شيلڊ ٻنهي جي ڪوشش ۾، هر ڇوڪرو ۽ ڇوڪري ۽ وس آهر پاڻ کي پالش ڪري آيا هئا ۽ ٻئي طرف ڪنڊ ۾ ٻارڙن جو ميڙاڪو! جيڪي ٽهڪن ۽ لطيفن سان ڳڙوڳڙ اڪ ٽيٽ سان ٽيبل ڏانهن پڻ ڏسي رهيا هئا ته ڪڏهن ٿو سڏ ٿئي.

ٿوري ئي دير ۾ تاڙين ۽ ڦوڪڻن جي ٺڪائڻ ۾ "هيپي برٿ ڊي ٽو يو" جي آوازن سان سڄو هال ڏڏڙ لڳو ۽ هو مؤدبانه انداز ۾ سڀني مهمانن کي سندن مرضي موجب چانهن، ڪافي، يا ڪولڊ ڊرنڪ پيش ڪندو رهيو.

آهستي آهستي جڏهن سڀ مهمان وڃي چڪا،تڏهن هو بيگم صاحبه جي حڪم موجب هال ساف ڪري،لائيٽون وسائي،ڪچن ۾ هليو آيو ،ڪيڪ جا بچيل ٽڪرا هڪ پاسي الڳ ڪندو، باقي بچيل پور" ڊسٽ بن" ۾ ڦٽي ڪندو ويو.پليٽون وغيره صاف ڪري، ڪيڪ جا ٽڪرا ٿيلهي ۾ وجهي،ٻاهر نڪري آيو.لان ۾ سٽل چوڪيدار کي اٿار بائين، جيڪو هن جي هوندي ننڊ ڪندو آهي ۽ هن جي وڃڻ بعد جاڳندو آهي.

ٽڪڙا قدم کڻندو گيٽ کان ٻاهر نڪري آيو.ٽريفڪ ۾ ڪجهه ڪمي اچي وئي هئي پر تنهن هوندي به شور هل ۽ هنگامو لڳو پيو هو.

"يارنهن ٿي ويا آهن!" ورهين جي ڦٽل ۽ ڪوڙ دفعا ريپئر ٿيل واچ ۾ ڏسي، پنهنجي منهن پٽڪيو، وکون ڪجهه وڌيڪ تيز ٿي وڃنس ٿيون. ذهن تي يادگيري جي ڪيسٽ روائينڊ ٿي وڃي ٿي صبح تي بيهيس.

"اڄ ڪ ـه دير ٿي ويندي اچڻ ۾ ، تون سوير ئي در ڏئي ڇڏجان!" زال کي چيو هئائين.

"ڇو ڪيڏانهن وڃڻو اٿئي ڇا ؟"

"نه! اڄ سالگرهه آهي صاحب جي پٽ جي،ڪم ۾ دير ٿي ويندي!"

"بابا سالگره ڪيئن هوندي آ؟" پٽ پڇيو هئس.

"پٽ وڏا ماڻهو جنهن ڏينهن ڄمندا آهن نه ! ان ڏينهن جي ياد هر سال ملهائيندا آهن، ان کي سالگره چوندا اهن" پرسان کٽ تي سمهيل بيمار پٽ کي ڀاڪرائي پائي ٻڌايو هئائيسن.

"پوءِ بابا! اسان سالگره ڇو نہ ملهائيندا آهيون؟"
"اسان جنم وٺي پڇتايون پيا ملهائڻ ....." سوچيائين پر چئي نہ سگهيو. "اسُو پيو چوي تہ سالگره تي وڏو ڪيڪ ڪٽبو آ.مبڻ بتيون ٻاريون آهن... " ٻيءَ جي ورندي نہ ڏيڻ تي ٻاڙ ٺي ڳالهائڻ لڳو." بابا ڪيڏو وڏو هوندو آهي ڪيڪ! ڪيئن هوندو آهي؟"
"رات اچي ٻڌائيندو مانءِ!" چئي اٿي تڪڙو تڪڙو ٻاهر نڪري ٿو اچي.
اوچتو چرڙاٽ ٿو ٿئي، هو اچلجي وڃي پرتي ٿو پوي ٻہ رولو ڇوڪرا، سيٽيون وڄائيندا ،تيزي سان موٽر سائيڪل سوار،ڪِهَنِي مڙي گم ٿي ٿا وڃن نظرن کان.
پريان ايندڙ ڪار جون هيند لائيٽس ڏسي پرتي ڪري پيل ٿيلهي ءَ کي کڻڻ جي ڪوشش ۾ اٿي ٿو - هو اجان اٿيو ئي ڪين تہ ڪار فل اسپيڊ ۾ گذري وئي ۽ چيپاٽيل ٿيلهي مان نڪري آيل ڪيڪ جا ٽڪرا پور پور ٿي وکري ويا . "ڇا اسان کي ٻچيل ٽڪرن جو بہ حق نہ آهي ؟ !!! " سوچي ٿو ۽ وري ٻئي سال جي اميد تي آٿت ڏيندو پاڻ کي،آهستي آهستي وکون کڻڻ لڳي ٿو .
اميد جنهن تي هن جهڙن هزارن ماڻهن جي دنيا آباد آهي ، جنهن جي پوري ٿيڻ جي اميد گهٽ ماڻهن کي ڪونہ هوندي آهي .
رستي ويندي اوچتو کيس خيال آيو تہ هن جهڙا اهي هزارين ماڻهو جي گڏجي پون تہ اميدون يقينن يقين ۾ تبديل ٿي سگهن ٿيون . ان خيال سندس من ۾ فطري خوشي سمائي ڇڏي .

# اونداهيءَ جو خواب، صبح

”هاڻ تہ ياد بہ ڪونهي رهيو تہ گهڻا يگ گذري ويا آهن اسان جي آخري ملاقات ڪي؟“ پر مون کي سڀ ڪجهہ جيئن جو تيئن ياد آ، سن اڻويهہ سئو اٺاسي، جمع جو ڏينهن،ٽائين تاريخ ۽ ڊسمبر جي اداس شام ڪان بہ اداس اسان ٻئي، پٽ ڌڪي جي روضي تي هڪ ٻئي کي پنهنجي نيتن جي سچائي جو يقين ڏياريندي، زندگيءَ پرهڪٻئي کي ياد رکڻ ۽ وري ڪڏهن بہ نہ ملڻ جو وچن ڪري تون اتر ۽ مان لاڙ ڏي ويندڙ بس ۾ روانا ٿي ويا سين. اها اسان جي آخري ملاقات هئي جنهن ڪان پوءِ اسان ٻنهين هميشہ هميشہ لئہ هڪٻئي ڪان جدا ٿي وڃڻ (ظاهري طرح ، اندر جي مرضي ڪهڙي هوندي آ، شايد پاڻ کي بہ ٻڌائي ناهيون سگهندا ) جو وچن ڪيو هو. پر ويندي مهل مون کي پڪ هئي تہ هيءَ اسان جي آخري ملاقات ناهي. اسان وري ملنداسين ضرور. پوءِ وقت جي چاٽي ۾ چٽي چيهون چيهون ٿي ئي ملون، پر هي دفعو آخري دفعو ناهي. تڏهن اسان جي چپن جون سرحدون اورآنگي لفظ”وڇن “ پري ڪ ن شرارت مان چيپارا ڏئي چڻ چوندو هجي، ”منهنجو سهارو واريءَ ڪوٽ جيءَ نہ هوندو آ، ظاهري طرح مضبوط ڏسڻ ايندڙ پر هلڪي ئي اشاري سان ڊهي ـو ـڙ.“

”............... !“

”ڪجهہ بہ نہ ڳالهائڻ جو قسم ڪٽي آئي آهين ڇا.......؟ ڪجهہ ٻڌاءِ نہ پنهنجي باري ۾ ، پنهنجي ”بلند آدرشن“ جي باري ۾ ، جن مون کي مات ڏئي پنهنجي راهہ صاف ڪرڻ لاءِ مون کي پوئتي ڌڪي، توکي مون ڪان ڪسي

ورتوهو..... آدرش... ... بي وجود ذهني پيڙائون جيڪي ڪڏهن ڪڏهن انسان جي زنده وجود کي مٽيءَ جو ڍڙو بنائي ڇڏيندا آهن.“

”جيڪي آدرش عملن جو آب حيات پي ڇڏين سي هميشہ زنده رهندا آهن ۽ مڪمل وجود بہ پائي وٺندا آهن.“

”تہ ڇا تنهنجي آدرشن بہ حقيقت جو روپ پسيو؟“لهجي ۾ ٺٺول.

"زندگيءَ کان وڏي حقيقت ڪجهه به ناهي. زندگي..... جنهن جي ابتدا آهي نه انتها. مان، جيڪا تنهنجي بقول هميشه ڪارنامن جي ڳولائو. دنيا جي تجربيگاه ۾ ويهي، "زندگيءَ"تي تجربو ڪرڻ لڳم. مون کي ڄاڻ هئي ته مان ان ۾ سوڀاري ڪو نه ٿيندم، منهنجو فارمولا ناڪام ويندو. اڄ به دنيا جي نظر ۾ ۽ تنهنجي نظر ۾ مان ناڪام وئي آهيان پر مان ٿڪي ناهيان. منهنجو ڪم اڃان ختم ناهي ٿيو. مون کي يقين آ ته هڪ ڏينهن مان ضرور سوڀاري ٿيندم. تو منهنجي ڳالهين کي تڏهن به وزن نه ڏنو هو ۽ اڄ به تنهنجي لهجي ۾ ننول مان چڱيءَ طرح محسوس پئي ڪريان..... ڇا اُن جي دوکي ۾ مٽي ڦڪيندڙ رت ڦڙي کان خالي پيالا سنهڙا توڙي ڦيڦا جسم وڏيل پيٽ. پريل مٽي جي ڍير سان، ڪن وٽ ته ڦڪڻ لاءِ مٽي به ميسر ناهي. ڇا زندگيءَ جي اها ننول گهٽ آهي انسانذات سان؟ انسان جيڪو اشرف المخلوقات بڻجي آيو هو ڌرتي تي. پر اڄ ڪيس ڇڙو مخلوق سڏائڻ جو حق به ڪونهي. جڻ ڪو ڍير آ گند جو يا مٽي جو دڙو، جنهن کي اُن پاڻي جي گهرج ئي نه هجي.......!!

مان انيڪ اداس سپنن، اميدن ۽ لڙڪن سان پريل نيڻ سڪ ٻڌل پکن جي ورن ۾ ڇپيائبا ڏنا آهن. رتو ڇاڻ اميدون، رتو ڇاڻ سپنا.... مان ڇڪ ڏئي ٻاهر ڪڍڻ چاهيو آ ڪين. پر پکون ايڏيون زور سان ڇڪي ٻڌل جو منهنجا هٿ ڦٽجي رتو ڇاڻ تي ٿا پون. رڳو احتجاجاً ورن کي ڍرو ڪندي منهنجا هٿ ڦٽجي پيا آهن ته انهن ۾ اندر ڦاٿل سپنا ،سپنا ڪاٿي رهيا هوندا ؟! اندر ٿي ويا هوندا انبار، سپنن جي لاشن جا. اڌ اڌمٽي پکڀ، جڻ ڪيئي ميلن تي نهيل شمشان گهاٽ نيڻن، سپنن ۽ اميدن جو.

مان پنهنجي جهڪيل ڪلهن تي ڍويا آهن انيڪ لاش سپنن جا. پر ٿڪي ناهيان ، مايوس ناهيان تي . مون کي يقين آ ته مان جن ٽارچر سيلن مان ڪو لاش چورائي ڪٽي اچي تي سگهان ته هڪ ڏينهن ڪو زنده سپنو به ڇپيائجڻ، مرڻ کان اڳ ۾ ضرور ڪٽي ايندم.

مان چاهيو آ سٽ ڏئي ڇڪي، خلا ۾ اڏندڙ اهو جهاز ان اڱڻ ۾ لاهڻ، جنهن اڱڻ ۾ ڪٽ تي پرت پريندي هوءَ اپ ۾ ڏور اڏامي ويندڙ جهاز ڏسي سئي چپن ۾ اٽڪائي سوچي تي:" شايد ان ۾ هجي، مون کي ڏسندو هجي..... ڪاش! ٽپ ڏئي اچي منهنجي اڱڻ ۾ لهي پر...... پر منهنجي اڱڻ ۾ نسري آيل حسرتن ۽ نرا سائين جا توهر هن جو جسم ڇيهون ڇيهون نه ......." اڳتي سوچڻ کان اڳ ئي جسم ۾ درهڙي وٺي تي وڃينس.

مان چاهيو آ ان پيءُ جي مڙهه کي اُٿاري ڪانئس پڇڻ ته هي جهڪيل ڪنڌ ۽ اڃا مٽا جيڪي تنهنجي ڪٽ جي پاوَن کي وٺي هانءُ ڏاريندڙ ريهون پيون ڪن،سي تنهنجي جدائي ۾ يا پنهنجي جبل جيڏي اوندهه آئيندي جي پو ۾ پنهنجونپيشانيون تنهنجي ڪٽ جي پاوَن سان پيون ڦٽين.....؟!

منهنجي هنن سفيد شيشن جي ديوار پويان سسي ويل نيٽن اهي اونداهيون ڏٺيون آهن. ايڏن جيئن جا سناٽا ڏٺا آهن، زندگيءَ جي دک صحرائن ۾ ايڏو پنڌ ڪيو آهيان جو مون ڪي روشني ۽ خوشي، ٻه اسونهان لفظ ٿا ڀاسن. ان ڪيئن ڪنهن اوند [illegible]ستي ۾ رهي سوين اونداهين ڪولين وچ ۾ پنهنجي وجود جي ڪوليءَ جو ديپ [illegible]ان ها؟!

مان ٻاڻ اونداهير [illegible]ان مرڪندي ڪمپرومائيز ڪري ڇڏيو آ. تيستائين، جيستائين مان ڪنهن هڪ ٻه ڪوليءَ ۾ ديپ نه ٿي ٻاري ڇڏيان. منهنجي ڪوليءَ طرف انيڪ ديپ ٻرندا، مسڪرائيندا منهنجي و[illegible]د ۾ روشني پکيڙڻ وڌيا آهن، پر مون ڦوڪ ڏئي وسائي ڇڏيو ڪين. مون کي اه[illegible] شني نه گهرجي، جيڪا صرف ۽ صرف منهنجي ذات سان وابسته هجي، منهنجي ذات تائين محدود هجي.

مان چاهيو آ پنهنجي هٿن کي ديپ بنائي، جگر جورت تيل ڪري انهن اونده غفائن ۾ سوجهرو ڪرڻ. منهنجو وجود رجندو رهيو آ، هٿ ٻرندا، سڙندا رهيا آهن. پر مان رک نه ٿي سگهي آهيان. مان زنده آهيان ۽ زنده رهندم. تيستائين، جيستائين انهن ٻاڻ اونداهين ۾ ٻاريل ڇٽڪ کي سوجهرو پکيڙيندڙ لاٽ ۾ تبديل ٿيندي نه ڏسي وٺان!" هو چپ چاپ اٿيو ۽ وڃي اتر ڏي ويندڙ بس ۾ چڙهيو.

# بي منزل واٽ جي چيڙي تي

نيڻن تي ننڊ جي چادر ڍڪي، اماس رات، روشن سپنن جا در کولي ڇڏيا ها. سڄو ڏينهن هڻ هٽان ڪان پوءِ ماٺهن تہ ٽڪجي ننڊ جي هنج ۾ پاڻ کيرائي ڇڏيو هو، پر وقفي وقفي سان پونڪندڙ رولو ڪتا بہ ساٿا ٿي سمهي رهيا ها.

وڏن ڪمرن جي چيڙي تي ڦهيل ننيڙي ڪوٺيءَ جي دريءَ مان ليٺا پائيندڙ روشني جڻ اوندهہ کي چيهارا ڏئي رهي هئي آجا بہ.

اڌ جسم ڪٽ تي ۽ اڌ هيٺ لڙڪايو، هو پنهنجي مري ويل سپنن جي لاش کي سيني سان لايو، چپ چاپ لڙڪ هاريندو، وهاڻي جي اڄ اجهائيندو ٿي ويو. اکيون ڇت ۾ کپائي نہ ڄاڻ ڪٿي پهتل هو. ماضي يا حال؟

ٻن زمانن جو اکٽ سفرا پر حالات جو ساڳيو تسلسل. ماضيءَ، حال - حال، ماضي کو بہ هڪ ٻئي کان منيل نہ ۽ انهن ٻنهين جي جوڙ ڪرڻ سان جڙيو ٿي، سندس مستقبل، جيڪو لاشڪ تہ انهن کان ڀيڙو هو.

ڀيڻا عذاب، ڀيڻيون ڀوڳنائون، ريءَ ڪيل ڏوهن جي سزا، ڇت ۾ جوهہ وجهي ڇا ٿي گهوريائين؟

من ٿي من ۾ ڪاتب تقدير سان جهيڙوا تہ ڪنهن هٿ تريءَ ۾ ڀاڳ جون اڻ ڳڻيون ليڪون ۽ ڪو هٽ لسو پٽ؟!

هن جو هٿ بہ تہ لسو پٽ ٿي هيو نہ، جنهن ۾ ڀاڳ جو ڪو بہ ستارو نہ ٿي چمڪيو.

هر جيءَ ماءُ جي پيٽان پيدا ٿيندو آ، پر هن کي لڳندو هو، ڄڻ وقت جي ويرن ڪنهن ڪاٿا تيل لغڙ جيان آڏائيندي اڏائيندي ڪيس هن ٻجليءَ جي تارن جهڙي گهر ۾ اچي ڦاسايو هو. جتي حالات جي هوائن سندس رنگت ۽ هيئت ڦٽائي، ڦاڙي ڇيهون ڇيهون تہ ڪري ڇڏي هئي، پر آزاد نہ ڪرائي سگهيون هيون ۽ تارن جي پڪڙ جيئن پوءِ تيئن وڌي ٿي مضبوط ٿيندي.

سيني پاڻرن ۾ پينرن ۾ ننڍو هو. جڏهن شعور جي حدن کي پنهنجي ويجهو ايندو ڏٺائين تہ کيس انهن رشتن کي پاڻ کان پرانهون ٿيندو ڏسڻو پيو، جن لاءِ کيس اڃا بہ شڪ هو تہ پنهنجا آهن.

پنهنجائپ ڇا ٿيندي آ، ڪڏهن بہ پاڻ کي سمجهائي نہ سگهيو هو ۽ پنهنجائپ لاءِ جيڪو هن وٽ مفروضو هو، ڪو بہ ان کي مڃڻ لاءِ تيار نہ هو.

اڄ اهو ئي انڪار سندس اکين مان نيسارا ڪري وهڻ لڳو هو.

جڏهن وڃين پاڃائس کي ڪڪو ڇائو هو تہ ڇٽيءَ رات ڪارن سگن جا ڏانوڻ وجهي ڪڪي جي ڪن ۾ ڪجهہ چئي، مرڪندي شرمائيندي چيو هٿائين "محمد علي" رکيو ٿي مانس اڃا پيٽ ۾ ئي هو جو پڻس نالو مون کي ڏسي ڇڏيو هو" فاتحانا نظر مڙس تي وجهندي ڇوڪري کي ٿڦڪيون هڻڻ لڳي هئي.

هو، پري کنڊ واري کٽ جي واڏڻ تي ويٺي سوچڻ لڳو هو.

"هو بہ تہ هڪ ڏينهن "محمد صديق" ٿي پيدا ٿيو هوندو، اٿين ئي امڙ سيني کي شرمائيندي، مرڪندي ٻڌايو هوندو: محمد صديق رکيو ٿي مانس منهنجو صديق وڏو ٿيندو. جڳ محتاج هوندس. الله بخت ڀلارو ڪندس. ڇٽي سڳوري! اڄوڪي رات تنهنجي حوالي اٿئي. تون ڀاڳ بخت سٺو لکجانس...."

تڏهن "صدو" "اري صدو" جي گونج شروع ٿيندي ٿي هر حڪم جي بجا آوريءَ ۾ لڳي ويو هو. هر وڏي ۽ ٻار جي ضرورت هو.

"صدو، بازار مان سودو اڃا ڪو نہ آندو اٿئي. ڇا ڇاڙهيندا سين پترا! ڪاڻڻ لاءِ وات ڪيسي جيڏو، ڪم ڪان ٻرو؛"

"ڇاڇا صدو منهنجو بوٽ تہ ڳولهي ڏي"

"صدو ڪٿون تہ ڪڍ، سڄ ٿو لهي"

"اڙي صدو، مينهن تي ٻڪ مري، سڄو ڏينهن رلڻ ۾ آن، ڳاهہ مان وجهندو مانس؟"

"صدو، ان جو ٽين تہ مشين تان پيهرائي آ"

"صدو، پاڻيءَ جي بالٽي تہ غسلخاني ۾ رکي آ"

"ڪند جو دبو تہ هاري آ"

"اڙي تون هت مٺو پيو آن (ڪم ڪري ساٿو ٿي جڏهن ڪنهن ڪنڊ ۾ ننڊ اچي ويندي هئس) سڄو گهر ڳولهيو ٿيمانءِ، اٿ ڪڪو بس نہ ٿو ڪري، ٻاهران ڪهمائي اچينس"

ائين سڀ ڀائيتا، ڀائيجا، صدوءَ جي ڪلهن تي ڪهمي ڪهمي هاڻ قد ۽ حيثيت ۾ ڪانئس بہ وڏا ٿي ويا هئا، پر صدو، صدوئي رهيو هو.

صدو ڇا هو؟
سڀ ڪجهه جي ضرورت، پر سندس ضرورتن جو خيال ڪرڻ وارو ڪو به نه هو. يا شايد سهڻي ڪي اهاپڪ هئي نه : "هن جون پلا ڪهڙيون ضرورتون؟
پيٽ پرڻ لاءِ ماني، ڇهين ٻارهين مهيني ڪپڙن جو وڳو اڇلڇا ڪهرجيس!"
هن جون خواهشون ڪهڙيون هيون. هن پاڻ به نه ٿي ڄاتيون، شايد، تڏهن ته هميشه ٻن ڪپڙن ۽ ٻن وقتن جي ڪاڌي تي ٿي قانع رهيو هو.
ها، جڏهن "ادي ميروءَ" وٽ پهچندو هو ته خواهشون الائي ڪٿان پَرڙا ڦڙڪائينديون، اڏامنديون اچي وٽس پهچنديون هيون ۽ هوءَ پنهنجو ڦاٽل جهول هن آڏو وڇائي ڇڏيندي هئي ته جيڪو ڪجهه هن ۾ باقي بچيو آ، منهنجي ٻارن سان گڏ تنهنجو به آ.
"اڙي ڇريا، اٿين اڏڙيل قميص پايو ٿو گهمين، لاهي اچ ته ڪوپو ڏئي ڏيانءِ، ڏس ته سهي، مٿي ۾ ڪيڏيون جوئون، پٽجي ويون ٿئي، اچ ته تيل مکي سيرون ڏئي ڪيانءِ
"سڪل! پنهنجي ڇانهه مان اڌ پاءُ ڪي لاهي ڏي، ڪيڏو چوندي آهيانءِ ته سوير ٿي اچي به ڍڪ ڇانهه پي ويندو ڪر، ٻاراٽي گهر ۾ هوڏي الائي بچي به ٿي تو لاءِ الائي نه؟"
"ڪار جو ٿين ڇاڙهيو اٿر، ڪپڙا ڏئي وڃجانءِ ته ڌوئي وجهندي مانءِ" ڪيڏو سڪون، ڪيڏي پنهنجائپ محسوس ٿيندي هئس. ادي ميروءَ جي گهر، پر سندس مڙس کان عجيب نفرت محسوس ڪندو هو اندر ۾. ان ڪان به سڀيهه جيتري هن جي اکين ۾ سندس لاءِ هئي. ڇالي واٽي سوير وڃڻ کان ڪيپائيندو هو. جيئن هن جي مکروهه شڪل نه ڏسڻي پويس.
جڏهن به ٻارن جي رانديڪن ۾ ڪنهن پستول تي نظر پوندي هئس ته هٿ ۾ ڪڻندي ٿي ميروءَ جي مڙس جو تصور ابري ايندو هئس. جنهن ڏينهن ميروءَ ڪي پنهنجي ڦٽن تي پها رکندي ڏسي وٺندو هو. تنهن ڏينهن دل چوندي هئس باهه ۾ ٻرندڙ ٻنبي ڪٺي "خمونءَ" ڪي مٿي ۾ وهائي ڪيي . ساڙي ماري ڇڏيس. پوءِ پلي ڦاهيءَ تي ٽنگيو وڃي. گهٽ ۾ گهٽ ميرو ته هنن روز روز جي ڏوجهرن ڪان بچي پوندي نه.
اهي رشتا جيڪي پنهنجائپ جي جتاءَ جو سرٽيفڪيٽ هوندا آهن، اهڙي قسم جو سرٽيفڪيٽ ته ميران (جيڪا ڦري ميرو ٿي وئي هئي) ۽ صدوءَ وٽ ڪو نه هو،پر جيڪو به ڪجهه هو، اهو انهن سندبافته رشتن جي پيٽ ۾ سوين درجا اتم هو. پڙن ۽ ڏيٿرن جون

شاديون ڪرائي، زال مٿي ڪانپوءِ جڏهن جڏهن خادم حسين کي اڪيلائي جي راڪاس کائڻ شروع ڪيو، تڏهن پٽن کان لڪائي گڏ ڪيل چند ڏوڪڙن ۾ ننڍي نيٽي بنگالڻ پرڻجي آيو (خريد ڪري آيو) مائي ڄڻ ڦاٽي پهتي، سڄي گهر ۾ ترٿلو مچي ويو. پٽن ڌيئن کي پنهنجي نڪن جون چوٽيون ڪٽيون نظر اچڻ لڳيون. بنگالڻ سان ته ٻاڪاٽ ڪيائون پر پيءُ سان به سٺيون منهن ڪو نه ٿي ڳالهايائون. مائي ويچاري اڳي ئي هڏن جو پڃرو، مٿن جو وڇوڙو، ٿيون پولي، نئون ماحول، مٿان جو هنن جو رويو، اصل مڙس جي ڪوٺيءَ مان نڪرندي ئي ڪو نه هئي.

جيئن پٽيءَ سان لڳل پيٽ ۾ واڌ ٿي آيس. تيئن جسم ويس ٿي ڳرندو. جيئن ڪاٺ کي اڏوهي اندران ئي اندران کائيندي آهي، تيئن هن جي جسم کي لڳل اڏوهيءَ به کائي کيس اندران ئي اندران چورو ڪري ڇڏيو هو. سڄي منهن تي رڳو ڏندن جي قطار ئي نظر ايندي هئي، جيڪي ڪاري حمڙيءَ تي وڏيڪ نروار ٿي بيهندا هئا.

پٽ ڄائو، ڪان پوءِ پندرنهن ڏينهن ! جيئري ڪو نه رهي ۽ جلد ئي اڱڻ آجو ڪري دنيا مان ئي الوپ ٿي وئي. صديق، ماءُ جو ئي هيو روپ هو. ساڳي شڪل ساڳيو رنگ، ائين ٿي لڳو ڄڻ خادم حسين کي ڪهاڻي ۾ نه وڃهندي، ماٺهوءَ جي بدلي ماٺهو ڏئي حساب برابر ڪيو هئائين. پر نه ٿي ڄاتائين ته اهو ننڍڙو جيت جيترڙو صدو هن لاءِ وڏي ۾ وڏو مسئلو ٿي پوندو.

جڏهن ڌيئن، ننهن، ٻار کي پالڻ کان جواب ڏئي ڇڏيس تڏهن مجبور ٿي پاڙي ۾ رهندڙ ميروءَ ماءُ کي وڃي ايلاز ڪيا هئائين. پهريون ته هن به منهن گهنجايو، پر خرچ پکي جي خاطريءَ کان پوءِ راضي ٿي وئي هئي. پاڻ هئي پوڙهي زال پر جوان ڌيءُ جي آسري تي ها ڪئي ڪئي هئائين. ڇوڪرو سال ڏيڍ جو مس ٿيو هوندو جو خادم حسين به وڃي قبر وسائي. پوڙهيءَ کي فڪر ورائي ويو ته هاڻ ڇا ٿيندو؟ هونءَ ته صدوءَ جي خرچ جي بهاني ٻيڻ ٽي پئسا وٺيو پئي پنهنجي به ٻيڙي ڌڪيندي هئي. پر پوءِ پنهنجي غلطيءَ جو ازالو ڇوڪري کي ٻکون ڏئي ڪرڻ لڳي. پس ميروئي هئي جيڪا پنهنجي ڪاڌي مان اڌ بچائي صدوءَ کي ڏيندي هئي. ماٿس ڪان چوريءَ سندس هر ننڍي وڏي ضرورت پوري ڪندي هئي. نظر ڪان ٿورو ٽڙندو هئس ته پريشان ٿي ويندي هئي. ڪيئي دفعا ماٿس جا دڙڪا ڪاڌا هئائين. پر دل جي هٿان مجبور هئي.

گهر ۾ رهندڙ ماسات سان جڏهن ميروءَ جي شادي ٿي ته خون هونءَ ئي صدوءَ تي ڪارون ڪائيندو هو، هاڻ ته اختيار ملي ويو هئس، کيس ڪيڻ جو. ائين ميروءَ ماءُ کي به ڄڻ ته بهانو ملي ويو هو ۽ نياڻي جي

ٻپ جو بهانو ڪري وچي ٻائرن وٽ ڇوڪرو ڇڏي ائي هئي. جن کي پهريون ته ڳالهه ڪا نه وڻي، پر ڪجهه انا جو سوچيندي ۽ ڪجهه پنهنجي سک جو سوچيندي ڇهن سالن جي اکيون ٽمڪائيندڙ معصوم صدوءَ کي ائين پاڻ وٽ رکيو هائون. جيئن اضحيٰ جي ڏينهن ۾ وڏيڪ ڪمائيءَ لاءِ ڪو ٻڪريءَ جو ڇيلو پالجي.

جن هٽن ۾ ڪتابن جو تيلهو هٿڻ ڪپندو هو، انهن هٽن ۾ پاڻيءَ جا دٻا پرينديءَ، ٻوئيندي ننيڙي صدوءَ جي ڇيلهه ٿي ڇٻي ٿي وينديءَ هئي. ڪهڙو ڪم هو، جيڪو صدوءَ جي هٿن کان نه ورتو ويو هو. هنن کي ته ڄڻ ٻنان پگهار جي نوڪر هٿ لڳي ويو هو.

هر ڏک سور ۾ وچي ميروءَ جي هنج ۾ ٻه ٽي ڳوڙها ڳاڙي من جو غبار هلڪو ڪندو هو.

پيار ۽ پنهنجائپ پائڻ لاءِ ڪيڏا وس ڪندو هو، شايد ان احساس جي حصول لاءِ هن پنهنجو پگهر ۽ پورهيو رشوت طور ڏنو هو. انيڪ دفعا پنهنجن پراون جا ڏک ڪاڏا هئائين. جڏهن ٻه ڪو پائنيو، پاڻيجو پاڙي جي ڪنهن ٻار سان جهڳڙجي پوندو هو ته ٻنان ڳالهه سمجهڻ جي وچي وچ ۾ پوندو هو. موٽ ۾ پاڻ ڦتايو ان آس تي گهر ورندو هو ته پنهنجي ٻارن جي بدلي ۾ ڏنل منهنجي هيءَ قرباني ڏسي پائڻ پاڇايون مون تي پيار ۽ شاباس جي ورڪا ڪري ڏيندا. پر گهر ايندي ٿي پاڻ تي ٽڪن ٻجن جي بارش ڏسي، پنهنجي من ۾ رتيل لالچ جو سوچي، شڪي ٿي، دکي ٿي چپ چاپ ڪنڌ هيٺ ڪري ائين ويهي رهندو هو، ڄڻ ڪا چوري ڪندي موقعي تي پڪڙجي پيو هجي.

ڪنهن کي ٻه يقين نه ايندو هو ته ڪو ٽيهن سالن جو آ، سنهڙو، سيپڪ، ڪلهن جا اپار ڪجهه مٿي چڪيل، قد پورو پنو، عادتون اچا تائين ٻارن جهڙيون، وڏن جي ڏنهن جو ڏنيل، انسان جڏهن ٻارن جي عارضي ڪڪر ڇانوَ ۾ پناهه وٺندو آيو هجي ته هو پاڻ ٻه فطرتاً ٻار ٿي ٻڃجي ويندو آ.

صدر ٻه وڏن جي دڙڪن ۽ جيءَ جهوريندڙ لقبن/ ڦٽن تي ٻارن جي ٻاتي ٻوليءَ جا پها رکي پيو پاڻ کي ريجهائيندو هو.

بلوغت جي عمر مٿس ڪيئن لنگهي وئي. ڪنهن کي ٻه ڪو احساس ئي نه ٿيو. پر هو بالغ لڳندوئي ڪين هو نه. هڪ ئي وقت ٽن اسٽيجن تي بيٺل ٻار + جوان + پوڙهو.

اتڪل سڀني پائنٽين، پاڻيجن، کي پنهنجي آڏو پرڻجندي ڏٺو هئائين. ڪيڏو خوش خوش ٿي هر ڪم ڪندو هو، ڄڻ شادي ٿي سندس هجي. ڇوڪرا ٻه هر ڪل ٻوگ ۾ ڪيس شامل ڪندا هئا ۽ ٻنائيندا رهندا هئس هر ٺٺول جو نشانو. هو سمجهندي نه سمجهندي، هر ڳالهه هر مذاق جي جواب

۾ ڏينهن ليڙيو ويٺو هوندو هو.
پر جڏهن شاديءَ جي ڳهماڳهمي گهٽبي هئي. هر ڪو ساٿ ٿي وڃي ننڌ جي هنج ۾ پاڻ ڏيندو هو. تڏهن هن جي نيڻن ۾ ننڌ ناڻ جو ڪو اهڃاڻ ئي نه لڀندو هو. پنهنجي ڪوٺيءَ جي ڇنل کٽ تي پيو چپ چاپ ڇت کي گهوريندو ۽ سوچيندو هو ته ان ٽئين پرٽيل ڳهوٽ جي ۽ سندس عمر ۾ ڪيڏو فرق آ؟ جڏهن سالن مهينن جي چڪرن ۾ ڦاسي پوندو هو ۽ نتيجي تي نه پهچي سگهندو هو تڏهن ائين چئي پنهنجي پاڻ کان جان ڇڏائيندو هو ته:
"اڙي انهي کي ته مان ڪلهن تي کڻي گهمايو آ.....!"
دڪ مان مرڪي، اندر جي ڪنهن حصي ۾ منهن ڪڍي بيٺل خواهش جو ائين چئي وات بند ڪري ڇڏيندو هو : "ڀلا مون جهڙي ڪوجهي، ڪمر چور ۽ نڪمي ماڻهوءَ لاءِ الله سائينءَ کي ڪٿي پئي هوندي جو ڪا ڪنوار جوڙي هجا! ڪنواريون به ته ڪن "ڳهوٽن" جو مقدر هونديون آهن. (تري ايندا هٿس ذهن تي سهڻا، جوان، پڙهيل ڳڙهيل پاڻ ۽ پائنيا) مون جهڙن لاءِ ته......."
ڪنهن کي به هن لاءِ ڪا سوچ نه هئي. هو هئو ئي جڻ گهر جي مشينريءَ کي هلائڻ لاءِ ڪو پرزو. جيڪو هونءَ ته ڏسڻ ۾ ئي نه اچي پر جڏهن مشينن ۾ خرابي پيدا ٿئي. تڏهن وڃي مٿس پڻڪندي پڻڪندي نظر پوي.
ان ڏينهن ته حد ڪري ڇڏيائين، دڪان تي ڪنيو ويل سودي جي ڇهي، بنان سامان جي ڪالي ڪنيو ڊڪندو، سهڪندو اچي پهتو هو. پير هجنس جو ڌرتيءَ تي ڪپڻ جو نانءُ ئي نه ٿي ورتن.
"اڙي هانءُ تو ڦاڙين، ڇورا ڦاٽ به کڻي!"
(ڪڏهوڪو "ڇوري" واري عمر اورانگهي چڪو هو، پر اجا به پاڻ وڏن لاءِ ڇورو ئي هيو) هن جي سهڪندڙ ساهن سيني جي عجيب هيٺ مٿانهين ۽ چپن ۾ ڦاٿل ڳالهه ڏسندڙن کي منجهائي وڌو هو ته خدا خير ڪري، الائي ڪهڙي طوفان جو منهن ڏسي ڇهي خالي ڪنيو وٺي پڳو آ.
"هو... هو.... خمون رات ڌاڙيلن جي ٽولي سان ڪڌ ويندي، پوليس جي هٿان مارجي ويو"
لفظن جا هٽ پير وڌي مڙئو وڃي جملو پورو ڪيو هئائين. ڳالهه پوري ڪندي لڳو هئس، ڪنهن به مڻ بار سندس سيني تان لاهي ڦٽو ڪيو هجي. مرڪ بيوس ٿي سندس ان وقت ٿي ويل پيانڪ چهري کي چمي ورتو هو.
"ادي ميرو، ادي ميرو، آزاد ٿي وئي - ادي ميرو آزاد ٿي وئي" نعرا هڻي ڇهي هوا ۾ لهرائيندي نچڻ شروع ڪيو هئائين.

"مٺا شرم ڪر، ڪنهن جي مَرڻ تي ڪو خوش ٿيو آ ڇا؟ اها پَهَرَ هر ڪنهن تي اچڻي آ"

"پر ادي ميروءِ جي تہ آزار مان جان ڇٽي نہ؟!"

۽ جڏهن ميروءَ کي مڙس جي لاش مٿان ڪوڪرن ڪندي ڏٺوهئائين تہ سڄي خوشي خاڪ ٿي وئي هئس. هوءَ مٿي ۾ مٽي وجهي مڙس جي ٿڌي جسم کي لوڏي لوڏي، ڪيس اڪيلو ڇڏي ويڻ جا پاراتا ڏئي رهي هئي ۽ آسمان ڏي منهن ڪري ڪنهن اڻ ڏٺي قوت سان شڪايت تہ ڪانئس آخري سهارو ڇو کسيو ويو. تنهن پل سندس جسم تي لڳل تازن راتوڪن گهاون جو درد بہ ڪانئس وسري ويو هو،جيڪي مڙس جي سندس لاءِ آخري سوغات هئا.

صدو، در ٻاهران ئي ميروءَ جي پارن جا آواز ٻڌي، جڏهن اندر داخل ٿيو هو تہ اچرج ۾ پئجي ڇڻ عجب جي نشاني بڻجي ويو هو تہ "هيءَ سڀ ڇا آهي؟!!"

هو جيڪو ڏينهن رات ڪيس گهاوَ ڏيندو رهندو هو، جنهن وٽ سواءِ مار جي هن لاءِ ڪا سوغات نہ هئي. جيڪو آڻيندو تہ ڪجهہ ڪو نہ هو، پر هن جي پورهئي جي ڪمائي پاڻي ڪندي ڪندي جڏهن ڪنهن ڏينهن پڇسن ڪان جواب ٻڌڻو پوندو هئس تہ جا شئي هٿ ايندي هئس، اها وسڪارو ڪري ڏيندو هو، ميروءَ مٿان ۽ هوءَ..... هوءَ ان کي تي ٻي سهارو ڪري ويڻ جو پاراتو ڏئي جنهن..... جنهن... (سڏڪي پيو هو، عورت جي پاڳلپڻي تي)

"ڪيڏو رني آ، اکيون ڄڻ نيسارا بڻجي پيون اٿس. ڪنهن لاءِ.... ان لاءِ جيڪو......" صدو اتان ئي پويان پير ڪري واپس وريو هو. ميروءَ کي هڪ بہ لفظ دلاسي جو ڇوڙ بنان.

ان ڏينهن ڪان پوءِ هن جي زندگيءَ جو ڄڻ تہ ڪو مقصد واضح ٿي پيو هو. هو گهر جي ڪم مان واندو ٿي ڪجهہ وقت ڪڍي، ڪو نہ ڪو ڪم ڪندو هو ۽ جتان بہ ٻہ ٽي ڏوڪڙ جڙي پوندا هئس. ميروءِ جڏهن مسلسل هن جي خالي هٿن ۾ ڪنهن نہ ڪنهن شئي کي آڻيندي ڏٺو تڏهن جهلياڻينس. پر هو ڪيس اهو چئي چپ ڪرائي ڇڏيندو هو تہ "هيترو وقت تون پنهنجي ٻارن جي حصي جو مون تي خرچ ڪندي رهي آهين، پئسو هجي يا پيار تو هنن جي حصي ۾ مون کي ڀائيوار ڪيو آ ۽ هاڻ مون کي جڏهن ان ڳالهہ جو احساس ٿيو آهي تہ مون کي اهو قرض چڪائڻ ڏي"

ميروءَ جو مڙس ڇا مئو هو، ڪيس لڳو هو، هو جوان ٿي ويو آهي. مرد ڪيئن هئڻ کپي؟ ڄڻ کو تازو توانو مرد، سندس نيل جسم مان زوريءَ رستو ڳولي نڪرڻ لڳو هو.

الائي ڪهڙي چپ لڳي وئي هئس. ڳالهائيندو تہ هوندہ بہ

گهڻو ڪو نہ هو، پر هاڻ تہ عجيب قسم جي سنجيدگي سندس چهري تي پنهنجو ديرو ڄمائڻ لڳي هئي. رات جا اٺ نو ٿي مس ٿيندا هئا جو پوئين پٽر ۾ پنهنجي ڇنل کٽ تي سمهي اڀين آسمان کي گهورڻ لڳندو هو. ڇڻ ڪو سندس نظرن جي اڄ اڃهائڻ لاءِ تارن جي سيج تي چڙهي اڀ تان لهي ايندو ۽ نظرن ڪان ٿيندو روح تائين پهچي سندس روح روح کي ٺاري ڇڏيندو.

جيون ڄڻ تہ منجهيل سٽ بڻجي پيو هئس. جنهن جي ڪا بہ ابتدا، ڪا بہ انتها ڪيس ڏسڻ ۾، سمجهڻ ۾ نہ ٿي آئي.

ڳپل رات تائين پيو پاسا ورائيندو هو. پر ننڊ بہ ڄڻ تہ سماج جو ئي حصو بڻجي پٺي ڪيس تائيندي هئي.

ان ڏينهن جڏهن ميروءَ وٽ ويو تہ رڌڻي ۾ ئي پيل منجيءَ تي ڪي پهر سانت لڳو وٺو رهيو ۽ جڏهن رڌڻي ٻاهران ايندڙ آوازن کي ويجهو ٿيندي پاپائين تڏهن ڇيچ سان چلهہ جي خاڪ ڪوٽڻ لڳو. نيڻن ۾ لڪل عڪس جو روپ ٿي ڇيڇن جي زور تي ٺاهيائين يا ڪو نانءُ ٺاهيندو ۽ ڍاهيندو رهيو هو.

”هٽ نہ سـاڙي وجهيـن، چلهہ کي ٺرئي کو گهڻو وقت ڪو نہ ٿيو آ“ ميروءَ ڌوتل هٿن کي رئي سان اگهندي، رڌڻي جي در تي ايندي ئي پري کان چيو.

”چلهہ تہ هاڻ ٻري آ“ چوندو تڪڙو اٿي هليو ويو هو ۽ ميروءَ ڪيس پٺيرو ويندو ڏسي، حيران ٿيندي، سوچيو هو تہ”هن کي ڇا ٿي ويو آ. هڪ تہ اڇي گهٽ ٿو. جي اڇي ٿو تہ چپ، جهڙي پٽ. اڳ تہ خمونءُ جي ڪاوڙ جو پٺ هوندي بہ پيو ڇيڪڙايون ڪندو هو، پر هاڻ.... شايد پاڻرن جهليو هوندس. پر ڇريو، مون کان تہ ڪجهہ ڪين لڪائيندو آ، اڇي ڏکن سورن جون ڳنڍڙيون مون آڏو کوليندو آ. پوءِ هاڻ ڇا ٿيو اٿس؟!“

”مان -ا- دي — ميروءَ سان —— ش - شادي ڪرڻ ٿو چاهيان“

کٽ تي پلٿي ماري ويٺل پاءُ آڏو، پاڇائس جو پاڻس لاءِ ڏنل کير جو گلاس رکندي هبڪندي هبڪندي وڪريل لفظن ۾ بہ هڪ ساهيءَ ۾ چئي ويو هو.

پاڻس جون ڪجهہ بہ نہ سمجهڻ جي انداز ۾ اکيون ڦاٽي ويون هيون ۽ تڏهن ڇنيون هٽائين، جڏهن پر ۾ مانيءَ جي اوسيٽڙي ۾ ويٺل ”حميءَ“ ٽهڪ ڏئي چيو هو:

”ادي بہ تو چئيس، شادي بہ ڪندس؟!“

ننڍڙي حمي، ڳڏين جا رشتا جوڙي جوڙي رشتن جي ٻولي بہ سکي وئي هئي.

هو چپ چاپ اڪيون ڏرتيءَ ۾ کُپايو ويٺو رهيو هو. حميءَ جي ٿهڪن ۾ پاٽس جي خونخوار نظرن کان بيخبر.
"لک لعنت هجئي ڙي پڙوا، ته هن مهل تائين اهو پٽي ٿيندو آيو. ڪميڻا ڪنهن جاءِ جا، سوئر جا.... شڪل ڏني ٿئي ڙي پنهنجي، هليو آ پٽ شاديون ڪرڻ.... اڙي شرم ڪو نه آيئي (ڪير جي گلاس کي لت هڻي اٿي ڪڙ و ٿيو هو) بي حياءَ.... هوءِ ٻارن ٻچن جي ماءُ.... اڙي ماءُ لڳئي ماءُ، ڇا ماءُ سان پرڻبين؟..... اڙي هن جو دماغ ڪنهن خراب ڪيو آ؟" ٻاهران ايندڙ زال ڏانهن نهاريندي.
"تاڙي هڪ هٿ سان وڳي آ ڪڏهن؟" چوندي جوٽس خالي گلاس پٽ تان کڻي صدوءَ ڏانهن حقارت مان نهاريندي ٻاهر نڪري وئي هئي.
"ها، هوءَ منهنجي ماءُ آ، هوءَ منهنجي پيڻ آ، هوءَ منهنجي..... هوءَ منهنجي.....
ڳل تي لڳندڙ زوردار ٿڦڙ سان توازن قائم نه رکي سگهيو هو، سڄو وجود ڏکي ويو هئس. وڃي ڪريو هو پٽ تي. هاريل ڪير مٿان.
ڪمرو خالي ٿي ويو هو ۽ اندرئين عمل جو رد عمل ٻاهر شروع ٿي ويو هو. هو پاڻ جنهن انداز ۾ هيٺ ڪريو هو. اجا تائين اوئين ئي پيو هو. اچانڪ ٽپ ڏئي اٿيو ۽ ٻاهر نڪري ويو هو. مٿي ۾ وينٽل اٿ وڏيڪ سرڪش ٿي چڻ دماغ ۾ هنبوشيون ٿي هنيس. ايڏو جنون سوار هئس جو سندس رستي ۾ ايندڙ ڪنهن به شئي کي ٽڪر هڻي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏي ها.
هن نه ٿي ڄاتو ته شادي لفظ جي معنيٰ ڇا آهي؟ مفهوم ڇا آهي؟ هن کي ته صرف ۽ صرف اهو سرٽيفڪيٽ کپندو هو جنهن سان ميرو، هن جي ٿي سگهي ها. ٻين لفظن ۾ هو ميروءَ جو ٿي سگهي ها، هميشه هميشه لاءِ. جيئن ٻوءِ ڪو به خمون هن ۽ ميروءَ جي مقدس پيار جي ديوار نه ٽڪي ها. ڪنهن کي به حق نه پهچي ها. هن کي ميروءَ جي هنج ۾ مٿو رکي تيل هڻائيندي، مٿي نند جهڙي خمار مان اد مان سڏڻ ح!
اها ڄاڻ الائي ڪيئن پٽجي وئي هئس ته دنيا ۾ سواءِ شاديءَ جي ٻئي ڪنهن به رشتي جوڙڻ لاءِ ڪو به سرٽيفڪيٽ ناهي ملندو. هن کي ته بس ميروءَ وٽ پهچڻو هو، پوءِ ڪو ڪيس ميروءَ جو پٽ سڏي، ياءُ سڏي يا مڙس. هن لاءِ سڀ ٺانءَ بي سود هئا! بس اهم هئي ته ميروءَ جي ذات. هو پاڻ کي هن جو سڻائڻ پيو چاهي. ننهن کان چوٽيءَ تائين، پنهنجو پاڻ هن جي • ا ءِ جي هنج جهڙي وشال جهوليءَ ۾ ڪيرائڻ ٿي چاهيائين. جتان ڪو به ڪيس الڳ ڪري نه سگهي. هن چاهيا ٿي ميروءَ جي پيار جا پها، پنهنجي ڦلڪڻا - ڦلڪڻا وجود تي رکڻ. هن جي من ۾ پنهنجي من جي اونداهين ۾ ڪو گڏجي ڏيئو ٻارڻ. ڪيس اها ٿڏي مٽي ڄاتو

ڪهري هئي. جيڪا ميروءَ جي گهاٽي وڻ جهڙي وجود هيٺان ٿي هئي.
سچو ڏينهن الاءِ ڪٿي رلندو رهيو هو ۽ پٺيان سندس هاريل چٽنگ، شعلو ٻڌجي وڃي ميروءَ جي من ۾ پنهنجي هاريو هو. چاچا نه ٻڌڻو پيو هئس. پر..... ڪنهن سان شڪايت ڪري ها.....؟!!!
رات جو گهرجي در وٽ اچي واپس موٽي ويو هو. ٻڪ اڃ جي احساس ڪان ٻي خبر هلندو تي ويو ڪيڏانهن؟ پاڻ به نه ٿي ڄاڻائين.
ٽلن جي ٽنن - ٽنن تي چرڪي هٿن ڏانهن ڏٺو هئائين، جيڪي زور سان گهنڊ وڄائي ڄڻ ٻي خوديءَ ۾ ڪنهن وٽ فرياد ڪٺي آيا هئا.

اگربتين جي ساهه منجهائيندڙ ٻوءِ، جهيڻي ٻلب جي روشنيءَ ۾ سائي بروڪيڊ جي چادر هيٺان ستل "سائين پورل شاهه" جي تربت جي پيري سان نرڙ لڳائي ويهي رهيو هو. انيڪ پل..... شايد سمهي رهيو هو يا اهو احساس ٿي ويو هئس ته نظرن جي سامهون هيٺال انسان ٿي ڪجهه به سمجهڻ کان قاصر آ ته هيءَ مٽين متيءَ جي هيٺان ستل ايڏو جلدي فرياد ڪيئن ٻڌندو؟ ڪيئن سمجهندو؟ چپ چاپ اکيون پوريو ويٺو رهيو هو، پاڻ به مزار ۾ ڦهليل سانت جو ڪو حصو ٻڌجي.
پيو سچو ڏينهن به مزار جي ڪنڊ ۾ مونن ۾ منهن وجهي گهاري ڇڏيو هئيائين.
جيئن جيئن ٻاهر پير جي تارين تي پکين جو انبوهه وڌڻ لڳو هو، سج ڌرتيءَ سان ٻئي ڏينهن ملڻ جو وچن ڪري، اوندهه جي چادر تاڻڻ لڳو هو. تنهن سمي، هو ٽپ ڏئي اٿيو هو، ائين تي لڳس ڪنهن سندس سيني ۾ چنبو وجهي، باقي بچيل ساهن جا ذرڙا به ڇڪي ڪيڻ چاهيا هئا.
ٻاهر اڱڻ ۾ نڪري وڏا وڏا ساهه کٽي، اکين ۾ موٽي آيل وڻ تي ويٺل پکين جي ٽولن کي الوداع چئي ٻاهر نڪري ويو هو.
در جي نڪ تي ميروءَ در لاٿو، هو در تي ٽنگيل چڪ ٿي مٿي ڪندي اندر گهڙيو، ميروءَ بغير ڏانهنس ڏسڻ جي اندر هلي وئي ۽ هو به ساڳا ساڳا قدم کڻندو سندس پٺيان هليو ويو هو.
"اچا ڪهڙي ڪسر رهيل ٿئي جو آيو آهين.... مان توکي ائين ڪو نه سمجهيو هو.....صدوا"
هٿ ۾ جهليل رئي جي پلئه تي منهن رکي سڏڪي پئي هئي ۽ پٽ تي ويٺل سگريٽن جي پاڪيٽن جي ٿهيل ريل هلائيندي پٽس

جي چپن ۾ جهليل سيٽيءَ جي ڪوڪ اڌ ۾ ئي رهجي وئي هئي.
ٻار جي چپن ۾ جهليل سيٽي جي ڪوڪ صدوءَ کي پنهنجي اندر جي اونهائين مان ايندي محسوس ٿي هئي. ٻک ۾ اوچاڳي تي ڏرا ڏئي ويل نيڻ اچا وڏيڪ ڦاٽي ويا هئس. ڪجهه به نه سمجهندي هو ڪنهن ڦرهي نه لکي ويندڙ، ماستر آڏو ويچارو ٿي بيٺل ٻار جيان ٿي لڳو.
نه ٿي سمجهه ۾ آيس ته ميروءَ جي اکين ۾ اکٽ سمنڊ کي ڪيئن پنهنجي ڇيهون ڇيهون جهوليءَ ۾ سانڍي.
"هليو وڃ هتان..... ۽...... ۽ ڪڏهن به نه اچجان.... ڪڏهن به نه....." هن کي چڻ ته پنهنجي ڪنن تي اعتبار ئي نه ٿي آيو. ٿوٽ چپن تي زبان ڦيري ڪجهه چوڻ جي ڪوشش ته ڪري، پر ڄڻ سڀ آواز سمهي پيا هئا. سڀ لفظ مري ويا هئا. ڇا چئي ها....؟!!
اڌ ڄاڻ شهر جي اسٽيشن تي ڪر لاءِ لٽل ان مسافر جيان رڙهندو اڪتي وڌڻ لڳو هو. جنهن جو سڀ ڪجهه ان ڇٽي ويل ٽرين ۾ ئي رهجي ويو هجي....
ورهين جا اکين جي غفائن ۾ سانڍيل لڙڪ اڄ وهڻ ته ڏئي ۽ لڙڪ ڪنهن "پنهنجي" جيان سندس ڳلن کي چمندا وهاڻي ۾ جذب ٿيندا ٿا وڃن.

# اڄ جي ڳوڙها ۾ رڄ

ڪيئي سپنا ڏسندڙ بند اکين جي وچ ۾ زيرو واٽ بلب جي نيري روشني ۾ وهتل هن جو وجود به ڄڻ ڪنهن سپني جو ڪردار پيو ڀاسي. ڪٽ ڪان هيٺ لڙڪندڙ سندس سفيد رئي جو پلئه پکي جي هوا تي هيڏانهن هوڏانهن ائين پيو جهومي ڄڻ هن جي ٻانهن جي پرمان ڦٽي آيل ڪو پرهجي، جنهن جي سهاري اڏي هوءُ پنهنجي هٿن جي پڪڙ مان نڪري ڏور پولار ۾ اڏري ويل سپنن کي ڳولهي لهندي.

هٿن ۾ جهليل ڪتاب جنهن ۾ ڪُپايل هن جون اکيون جوڏس وايو منڊل کان بي خبر اکرن جي رٿ تي چڙهي ناول جي پس منظر کي حقيقت ۾ ڏسي رهيون هجن ڄڻ.

آڪٽوبر جي پڇاڙيءَ جي موسم، نه سردي نه گرمي ٻيءَ بـ خشڪ ٿي ويل جسم ۾ سياٽو.

گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ، ڪجي ويل اوچتي نظر، تالهي جيڏي ڊائل ڏانهن هلڪو آرس، منهن تي ٿڪ جا واضح آثار.

ٻٽ کي ٻهاريندڙ رئي کي چڪي مٿي تي ڪري، ائين جيئن سڪڻ لاءِ وڇايل جهول، مسافرن جي نہ لنگهڻ جي پڪ سمجهي، خالي خالي ويڙهي ڇڏجي. ڄڻ ڪو سفيد پکي اڏي اڏي ٿڪجي نراس ٿي پنهنجا پر ويڙهي ڊاٽي ٻاٽيءَ ٻنان ٿي بک تي ڪنهن ٽاريءَ مٿان سمهي پوي.

زيرو بلب جي ستل روشنيءَ سان گڏ پنکيون هٽندڙ ڪمري جون پتيون بہ هاڻ اونده جي چادر ۾ منهن لڪائي سمهي پيون آهن. پر ڪٽ جي مختصر وستي جز . جي رڻ جو حصو ٻڌجي وئي آ... بک ..... رڄ ئي رڄ ....... اڄ ئي اڄ... ٻهرن کان احتجاج جاري آ اونداهيءَ آڏو لڙڪن جي زبان ۾ دريءَ مان ڪمري جي اونداهي ۾ زوري گهڙي آيل چانڊوڪي ڪا ورهين پڄاٽان مليل گهاٽي سهيلي ٿي ڀاسيس. اونده سان جهيڙيندڙ اکين جو رخ هاڻ چانڊوڪيءَ طرف آ. ٻهرين ساڻس جهيڙيو. ٽيون پر پوءِ خوشامدي رويو... بي آواز.... آشارن ئي اشارن ۾ ڪيس ڪاوارتا ٽيون ٻڌائين.

. پوڊائي چانڊوڪي، چنچلتا جي چنري پائي ڏور اپ ڏي اڏي ٿي وڃي.

هن جو ڏنل پيغام هن جي ٿي گهر اڳڻ ۾ اچلي. دريءَ اندران پنهنجي ڪٽ تان محسوس ڪري ٿي! ٿي نہ ٿي . صبح جو ڏسڻ جو سوچي، اڪيون پوري ٿي ڇڏي جو هن ويل، اڌيءَ رات جو ٻاهر وڃڻ ، اسونهين ڳالهہ لڳي ها. سچ جا ڪرٽا زوريءَ دري مان ٽپي هن جي ٽڪل مک تي چند ٽا ڪن. اٿي پئي ٿي چرڪي، ڇڻ ڪا ڳالهہ اوچتو ياد اچي وئي.جيئن ڊوڙي ٻاهر اڳڻ ۾ اچي نراس ٿي بيهي ٿي رهي، پنهنجي پيرن ۾ چانڊوڪيءَ ڪي ڏنل راتو ڪي پيغام جو ٽڏو ۽ پيلو ٿي ويل لاش ڏسي.

# وقت بدلجي ويو آ

مون کي ياد آ
ان وقت منهنجي عمر ڪتابن سان ڀريل اسڪول جو ٿيلهو کڻڻ جيڏي به نه هئي.
تن ڏينهن به مان ماحول جي اڻ وڻندڙ حالتن جي نفي ڪندي، جڏهن پٽ سان لڳو لڳ پنهنجي ڪنڌ واري کٽ تي اڇي رسي سمهندي هئس، تڏهن پٽ جي لهندڙ سائي رنگ جي ڇٽڙن هيٺان جهاتيون پائيندڙ اڇي رنگ ۾ مان انيڪ عڪس ڏسي، پاڻ کي پاڻ ئي ريجهائيندي هئس. سڄي رنگ لٿل ديوار..... ڪهاڻين جو مجموعو هئي.
ڪنهن ڏينهن ڪهڙي ڪهاڻي ته ڪنهن ڏينهن ڪهڙي پڙهندي هئس. ديوار تي لکيل تصوير ڪهاڻي!
ڪهاڻيءَ ۾ ايڏي محو ٿي ويندي هئس جو مون کان وسري ويندو هو ته رنجي ڇاتي هئس؟
پر منهنجو رسامو/احتجاج ڪن ڪهاڻين ۾ ظاهر ٿي بيهندو هو.
چند ڏينهن پڄاڻان، منهنجو احتجاج فرسٽريشن ۾ تبديل ٿي ويو جو منهنجي ڪهاڻين جي مجموعي کي ڦاڙيو ويو جڏهن.
ديوار جو ڦٽل رنگ لاهي، ڪين وائيٽ واش ڪيو ويو ۽ مٿان نئين رنگ جو تهه چاڙهي ڇڻ منهنجي ڪهاڻي جي زنده ڪردارن تي بلڊوزر هلائي ڪين چيپاٽي ماريو ويو. ائين لڳو هئس ڇڻ ڪنهن وستيءَ کي باهه ڏئي ساڙي ناس ڪيو ويو هجي ۽ جنهن مان مون کان سواءِ سڀ ڪجهه سڙي خاڪ ٿي ويو هجي ۽ مان ان خاڪ جي رڻ ۾ پنهنجي ساٿين کي سڏيندي رهجي وئي هجان.
اڄ به مون کي اهي ديوارون جن ۾ منهنجون پوريون، اڻ پوريون ڪهاڻيون دفن آهن، منهنجي زنده پوريل ڪردارن جو شمشان گهاٽ ڀاسنديون آهن.
مان پنهنجي فرسٽريشن جو حل وري به ڳولهي ورتو. شام سمي اڱڻ

ٻئي ڪنهن ڪنڊ ۾ ويهي آپ تي ڪڏهن ڪڏهن مڙيّ آيل ڪڪرن جي جهڪٽ ۾ پنهنجا ڪردار ڳولهي وٺندي هيس ۽ ڪهاڻيون جوڙيندي هئس.

چاندوڪي رات ۾ سيني جي اکين تي ننڊ جو راڄ!پر منهنجون ڪليل اکيون پيون آپ جي اسڪرين کي گهوريندڙيون هيون. ڪهاڻيون ناهيندڙيون هيون ۽ ڊهي ويندڙ ڪردارن کي ڳولهيندڙيون هيون. ائين پاسندو هو جڻ چنڊ به مون جيان ڪنهن ڪردار جي ڳولا ۾ ڪڪرن پويان ڊڪندو ٿو رهي. پر هو ڳهيلا ڊوڙندا ڊوڙندا ڪهاڻين کي اڌورو ڇڏي پڇي ويندا هئا.

اهو سهارو به عارضي نڪتو.

هاڻي ايئرڪنڊيشنڊ روم جي لسيءَ ڇت ۾ مون کي ڪو به عڪس، ڪا به ڪهاڻي، ڪو به ڪردار نظر ناهي ايندو. آپ جي سيني تي ڪڪرن جون ڪهاڻيون ته اجان به لکبيون هونديون،پر آپ سان ڳالهيون ڪندڙ ديوارن جي هڪبئي سان ڪلهي ڳس ۾ مان جنهن وٿيءَ جيترو آسمان وچي بچيو آ ڏسڻ لئه، تنهن ۾ نظر ايندڙ ڪڪرن جي جهلڪ تي ڪهاڻي ته ڇا پر شايد هائيڪو به نه لکي سگهجي.

# گوندر ڪنيو گھمن

رات جو پيون پھر ٻہ اچي ڪُتو ھو، چنڊ نم مان جھاتيون پائيندو پائيندو وڃي پريان مسجد جي گنبذ پويان لڪو ھو، شايد ستو ھو.

اڱڻ ۾ پوڪيل مينديءَ جي ٻوٽي، ٽڏ ۽ رڪي رڪي جسم ۾ سياٽ وڄھندڙ ھوا تي پنھنجو ھبڪاءُ تي ڦھلايو. چوڏاري پيل کٽن تي رلين اندران ساھ کڻندڙ جسم اگھور ننڊ ستا پيا ھئا، ڇڙڪ مٺا پيا ھئا. پر ھوءَ ٽڏ کان گھمجي ويل پنھنجي ھنڌ تي اجا تائين پئي ڦٽڪي. ذري رلي سيني تائين ڇڪي تي آئي، ذري پير جي ڇڪ سان سٽ ڏئي، لاھي ٽي ڦٽي ڪيائين ۽ رليءَ وڃي ٽي پٽ تي ڦھڪو ڪيو. گھٽئي پيرا مٿان ٽڙڪيو ھئس:

"اڄو مٿو اچي ٽيو اٿئي، پر اڃا تائين سمھڻ جو سر ٻہ ڪو نہ آيئي! نين ڏوتل رلين جو بيڙو بوڙيو ڇڏين. ڪار صابڻ وڃي اپ سان ڳالھيون ڪيون ھن، ھيڏي مھانگائي ۾ روز تہ ھنڌ رليون ڪو نہ ڌوپنديون. سؤلي ٽي سمھندي ڪر!"

پر سمھڻ وقت ڪيس ڪٿي ياد رھندو ھو تہ ڪار صابڻ جا اگھہ ڏرتي تي تا ڳالھائين يا اُپ تي وڃي پڳا ھن. ڪٽ ڪان ھيٺ پَٽ تي گند آھي يا اڌ رات جو ننڊ مان اٿي ڪٽن جي پر ۾ ڪيل ڪنھن پار جو پيشاب ڪيس تہ پنھنجي پاڻ جي ٻہ ڪَلَ ڪين پوندي ھئي تہ ڌرتيءَ تي آ يا اُپ تي.

ائين پاسندو ھئس ڄڻ سندس ڪٽولو، ڌرتيءَ ۽ اُپ جي وچ ۾ ٽنگيو پيو آ. لڏندو ٿو رھي. ڦرندو ٿو رھي. شايد اھڙي ڌرتيءَ ٽڪر جي ڳولا ۾ جنھنجي مضبوط ڇڪ (ڪشش ثقل) ڪڏھن ٻہ ان جي پاين مان پنھنجا ھٿ ڍرا نہ ڪري، ڇھتائي ڇڏيس پنھنجي سيني سان، جيئن سندس بي وزن ڪٽولو، ڪڏھن ٻہ وري پولار ۾ نہ پٽڪي.

ننڊ جي آس تي جيئن ئي اکيون ٻوٽيندي ھئي، ساھہ ڪي منجھائيندڙ منظر، رات جي سانتيڪي وايو منڊل ۾ ٽرٽلو مچائيندڙ آواز، ڪيھون، رڙيون، الله اڪبر - الله اڪبر... دماغ تي ھتوڙن جيان لڳندڙ آذان جا آواز. سايون شيريون اکيون پاڻ ڏانھن وڌندڙ محسوس ٿينديون. ان ڪري ئي مسجد جي گنبذ ڏانھن ٻہ نہ نھاري سگھندي ھئي. جيڪو اڱڻ جي ڪنڊ تي لڳل نم جي وڻ پويان ڏسڻ ۾ ايندو ھوا جي لاشعوري طور اک پئجي ٻہ ويندي ھئس

تہ ائين لڳندو هئس ڄڻ گنبذ ۾ بہ اکيون ٺهي پيون هن ۽ ساوا قوتاريل تارا کيس تڪيندا هجن! سايون شيريون اکيون پاڻ ڏانهن وڌندڙ محسوس ٿيندڙ، ڪنيل زبانن جا ٽڪرا، لڙڪ، سڏڪا.... شرنايون.... سهرا......

"وني ايندو ونڻ اڄ ڍولڻو
دل ايندو لٽڻ اڄ ڍولڻو
هاڻ ميندي هٿن کي لايان
هاڻ سرهي سيج وڇايان
راڻي، مومل ڪٿي آهي يا ڳ سان...
"پر راڻو مومل ڪٿي بہ هارائي وينو ...و...و...!"

ڪيڏو پائيندو هو، هو ڪيس. تن ڏينهان ماسيس جن اتي ئي رهندا هئا. وچ ۾ ڇڙي هڪ گهٽي هئي. گهٽيءَ جي منڍ ۾ هنن جو گهر ۽ گهر پرسان مسجد!

ڪٿس ياد ڪو نہ هو تہ ماسڙ کي شهر ۾ ڪهڙي نوڪري هئي؟ سڄي ڳوٺ ۾ ان کي ئي سائيڪل هوندي هئي. جنهن تي حڙهي روز سج ايرڻ کان اڳ نڪري ويندو هوءِ رات جو تارن ۾ پيو ايندو هو.

ماسس کي هڪ ڌيءَ هئي "دادلي"، دادلي هوندي بہ دادلي هئي. ماسڙ روز ڪَجهہ نہ ڪجهہ سندس لاءِ آڻيندو هو ۽ صبح جو سج ايرڻ کان اڳ ئي هوءَ ڪٽي وٺي هنن ڏانهن پڄندي هئي. ڪڏهن ڪو ٽول، ڪا ربڙ جي گُڏي، گندي يا چوڙي وارو. خوشيءَ مان هڪ هڪ کي ڏيکاريندي هئي ۽ هوءَ جنهن جي انگ تي ڪپڙا بہ سڄا ڪو نہ هوندا هئا. ظاهري خوش ٿيندي، اندر ئي اندر ڪنهن نراسائيءَ جي ڪن ۾ ٻڏل لڳندي هئي. دل چوندي هئس "جيڪر ماسيءَ جي گهر جا سڀ پاتي ڪاڏي هليا وڃن ۽ مان دادليءَ جي گڏين ۽ رانديڪن وارو سڄو ڪوڪو ئي پجي پورا ڪري اچان يا پراٽي ڪوهہ ۾ اڇلي اچان!" دادليءَ کي چڱي لٽي ڪپڙي ۾ ڏسي ائين پاسندو هئس ڄڻ سندس جسم تي چنيڙيل ليڙون ليڙون لٽن کي ڪو هنڌان هنڌان چڪي لاهيندي چوندو هجي:
"هيءَ ڏس، هتان بہ ڦاٽل ٽٽي، هيءَ ٻئي رنگ جو ٽڪر ڇو هنيو اٿيئس؟.... هيءَ....."

دادليءَ کي پيڻ ڪو نہ هئي. سڄو ڏينهن ٻئي هنن وٽ ڪيڏندي هئي. بہ پائر، هڪڙو ڪانئس وڏو ۽ ٻيو ننڍو هو. تن سان پوندي ڪين هئس. هيءَ ٽي پنر هيون. ٻن وڏين جي، اجا منمتي ٿيون هيون تہ شادي ڪرائي ڇڏي هئائون. "شهرو" پاءُ کان پوءِ سيني کان ننڍي هئي. پٽس جي ماٽس سان اُٿندي

ئي ڪا نہ لڳي. سدائين مريدن مٿان پيو هوندو هو. هڪ فصل لهڻ جي منڍ ۾ جو ويندو هو تہ مٿان ٻئي فصل جو ڏن بہ اُڳاڙيو پوءِ پيو ورندو هو. سو بہ پہ ڏينهن! ٿورو گهڻو ڪين ڏٺي وٺي وري جو روانو ٿيندو هو تہ مهينا ڇٽو. ماٺهو

چوندا هئا ڪنهن مريدياڻيءَ سان.....
پر ماڻس کي سڀ سهائي پئي هوندي هئي. جي ڪو ڪڏهن ڪجهه پڇندو، ٻڌائيندو به هئس ته دل سڙيءَ کان چوندي هئي:
"ادي منهنجو نه ٿيو، پوءِ ڪٿي ڪاري ڪتيءَ سان نينهن ڪري، مون لئه ته جهڙو چيٽ، تهڙي ڪتي!"
ماڻس پاڻ به وڏڙين جي منجي سنڀاليو ويٺي هئي. پئي تعويذ ڦيٿو ڪري، گهر جو گاڏو ڏکيندي هئي. ڪنهن جي مينهن کي سجيهه ڪير ٿيڻ لاءِ تعويذ کپندو هو، ڪا مڙس کي ٻڌو ٻانهو بنائڻ جو تويذ وٺندي هئي ته ڪن کي سگهن وڙن جا مسئلا. هر مسئلي جو حل "بيبيءَ" جي ڪتاب ۾ اڳواٽ موجود هوندو هو. هوءَ بسم الله ڪري پلٽ ماري ته ٿي شوڪارا هيڏانهن هوڏانهن هڻي "استادي استادجيءَ" کان جو شروع ٿيندي هئي ته پوءِ قلم بيهندو ئي ڪين هو. الف . ب به پڙهيل ڪو نه هئي پر ڪتاب ۾ ڏسي ڏسي نقش ٺاهيندي،لکندي تجربيڪار ٿي وئي هئي. ماڻين کان اکيون پوراڻي، ڪتاب تي چيچ رکرائيندي، پنهنجي دليئون اهڙو ٺاهه ٺاهي ٻڌائيندي هين جو هو به ڳهيليون يقين ڪري ويندين هيون.
شهرو ڪڏهن ڪڏهن نهايت معصوميت مان چوندي هئس:
"امان! پوءِتون ڪو اهڙو تعويذ گهر ۾ چو نه ٿي پورين جو بابا اچي ته وري واپس نه وڃي!"
"امان فال وجهه نه، اسان جي گهر جون هيءَ چيڻن سان ٿڦيل، ڪرندڙ پتيون ڪڏهن پڪيون ٿينديون؟"
"امان مون کي به تعويذ لکي ڏي ته مون وٽ به دادليءَ جيان ڪپڙن ۾ رانديڪن جا ڍير ٿي وڃن"
ماڻس لاجواب ٿي، رئي جي پلئه سان پنې ڏئي، لڙڪ اگهي ڇڏيندي هئي. شهرو جڏهن ڇاڻي هئي ته سيني کي اچرج وٺي ويو هو ته ههڙي هيٺي، نپل جسم مان ههڙي سهڻي ۽ ٿلهي متاري جپاني گڏيءَ ڪيئن جنم ورتو! ماسيس ته ڪلندي ئي ڪري سيني سان لاتو هئس:
"ادي ڏهه ئي مهينا ڪاڏو به ڇڙو ميٽ اٽئي پر ڏيءَ اهڙي جڻي اٽئي، چڻ مکڻ جو چاٽو. هيءَ ته اٽئي منهنجي! منهنجي راول کي ڪو هن کان وڌيڪ ڀي ڪنوار ملندي؟!"
ماڻس، جنهن تي ڏيءَ ڄمڻ جو ٻڌي ڌڪ ڇڙهي ويو هو، ڀيڻ جي ڳالهه ٻڌي، اکين ۾ خوشيءَ مان ڪجهه چمڪڻ لڳو هئس.
اٿين ٻنان ڪنهن رٽ ٿي اها ڳالهه سيني جي ڪن پئجي و ئي هئي ته شهرو راول جي ۽ دادلي حاڪم جي ڪنوار ٿيندي.
شهرو محسوس ڪندي هئي ته جيڏو ماڻس دادليءَ کي پيار ڏيندي هئي، پلي دادلي ئي ڪيس چو نه ماري پر هوءَ بدلي ۾ ڪيس برو پلو چئي ورندو

دادليءَ کي ڳراٽيون پائي ڳالهہ ناريندي هئي. ذريءَ مان ذري بچائي دادليءَ لاءِ رکندي هئي. پر اهڙي قسم جي پياري جي ڪا ڦٽڪ بہ ماسس پاران شهرو تي نہ پئي هئي. هن ڪڏهن بہ هن جي اتفاقي ڇهاءَ ۾ ڪا سچائي يا محبت واري ڇڪ محسوس نہ ڪئي هئي. ماسڙ ڪيس پائيندو هو ۽ ڀيو راول ننڍو هو پر ڏاڍي سمجهہ هئس. ماني کائيندي جي شهروءَ کي ايندي ڏسندو هو تہ سڏي وٺندو هئس. پنهنجي انب جي ٻن ڦارن مان هڪ ڏانهنس وڌائي ڇڏيندو هو. هوءَ انب ڏسي وات ۾ آيل پاڻي کي ڳيٽ ڏئي، انڪار ڪري ڇڏيندي هئي. لڄ کان وڌيڪ ماسس جي اکين جي تيز گهور جي ڀَوَ کان.

"تون ڪاءِ. بچيو تہ ماسنهن ڏي مُنجان ٿي، پاٺهي ڏيندي شهروءَ کي!" رهڻ مان اٿين چوندي هئي جو جڏهن ڦار اڌ چانورن جي ٿالهيءَ تي رکجي ماٽس ڏي ايندي بہ هئي تہ دل نہ چوندي هئس تہ اک کڻي ڏسيس. ماٽس بہ هر چڱي چوکي شئي حاڪر آڏو رکندي هئي. خاص ڪري پيڻ ڏانهن آيل، جو "انهن جي هر شئي سني هوندي هئي" پوءِ جي حاڪر بچائي تہ پلو نہ تہ مڙئي خير. شهروءَ جي شروع ڪان ئي طبيعت مانيٺني هئي. رڳو سوچيندي رهندي هئي تہ هيئن ٿيوا هيئن چو ٿيو؟هيئن ٿيڻ ڪپي! دل ئي دل ۾ پئي خيال پچائيندي هئي، پر چوندي ڪجهہ ڪين هئي.چوي بہ ڪنهن کي ها؟ ڪو بہ تہ ڪو نہ هو بجو سندس ڳالهہ سمجهي ها! انڪل مجي ها! هن ڏٺو هو، دادلي ڪيئن انڪل ڪري پنهنجي ڳالهہ مڃائي ويندي هئي، پاٺرن سان وڙهي، سندن هٿن مان شيون ڦري ويندي هئي. پر هن ڪڏهن بہ پاءَ ڪان ڪا شئي نہ ڦري. اجا بہ سندس گهرڻ تي پنهنجو حصو بہ ڇيڙي ڪري ڪيس ڏئي ڇڏيندي هئي. ظاهري طرح ڪو بہ احتجاج نہ ڪندي هئي. هن جو احتجاج اندر ۾ هو. اهڙو تہ پڪو ارادو ڪري ڇڏيندي هئي جو اها ڦريل شئي ڪڏهن بہ هٿ ۾ ڪڻڻ جيوري ڪوشش نہ ڪئي هئي.

تن ڏينهان ڳوٺ ۾ نئون نئون ڇوڪرن جو اسڪول پيو هو. ٻين ڇوڪرن سان ڪڏ راول ۽ حاڪر بہ وڃڻ لڳا ها. پر غريب جو پاڳ بہ غريب. غريبن جي ڪشادين دلين جي برعڪس سندن گهرن جي سوڙهن آڳنڌن تي قسمت جي ديوي ڪڏهن بہ ناچ نچي ناهي سکهندي. راول تہ پيءُ جي موچڙي ۾ هو، هڪ ڏينهن بہ نہ گسائيندو هو، پر حاڪر پڙهائيءَ کان آڱوٺو ڏئي، سڄو ڏينهن پيو گهٽين ۾ اٽي ڏڪر ڪيڏندو هو ۽ لاٽون ڦيرائيندو هو. راول اسڪول مان پڙهي اچي دادلي ۽ شهروءَ کي بہ سبق ڏيندو هو، جو ڇوڪرن جي اسڪول ۾ ڇوڪرين جو پڙهڻ ويڪ سمجهيو ويندو هو.

شهروءَ جو ذهن چڻ تہ ڪنهن رهنمائيءَ جو منتظر هو. اٿين سبق ياد ٿي ويندو هئس جو راول حيران ٿي ويندو هو تہ "مان اسڪول ۾ ٿو پڙهان تہ بہ هوءَ مون کي ماري ٿي وڃي!" شهروءَ جي هوشياريءَ تي دل ئي دل ۾ ڪا اڻ

لکي خوشي ۽ اطمينان. اجا ڏهن يارنهن سالن جو مس هو پر آکين ۾ اهڙي چڪ هوندي هئس جو ڪڏهن ڪڏهن شهرو شڪجي ڪاوڙ مان چوندي هئس:
”جي پڙهائڻ نہ ٿو پچئي تہ مون کي پنهنجا ڪتاب ڏي، مان وچان ٿي، باقي هروپرو....“ اڳتي ڪجهہ بہ چوڻ کان سواءِ پين سليٽ ڪنيو هلي ويندي هئي گهر. ۽ دادلي ۽ راول پويان وٺي ٽهڪ ڏيندا هئا.
شهرو ايڏي تہ حساس هئي جو ڪي پاڻ ۾ کلندا هئا تہ هوءَ يڪدم پنهنجي ڪپڙن کي آڏو پنيان ڏسڻ لڳندي هئي تہ هو سندس تي تہ ڪو نہ ٿا کلن؟ هر وقت هيسيل هراسيل جڻ ڪنهن اڻ ڄاڻ وستيءَ ۾ ڪو ڪيس ڦٽو ڪري پاڻ هليو ويو هجي.
مسجد ورهين کان ويران پئي هئي. ڪنهن ڪان پڇندو هو تہ مهينن پڄاڻان صفائي ڪري ايندو هئس نہ تہ بند پئي هوندي هئي. چوڌاري اڱڻ ۾ ڊپ ڄمي ويا هئس. پر ڪجهہ ڏينهن کان مسجد جو در کليل نظر ايندو هو. رات جو گهٽ پر بنپهري، ٽپهري جو ماڻهن جي اچ وڃ ٿيڻ لڳي هئي. هاڻ آذان جو پڙلاءُ بہ پوندو هو. بجليءَ تہ هئي ڪو نہ جو لائوڊ هجي. پوءِ بہ ملان کي جيتري سگهہ هئي الله اڪبر - الله اڪبر ڪري ماڻهن کي سڏيندو هو. پر ڳوٺ جا ماڻهو، هاري ناري، هڪ تہ سندس آواز ٻڌندا ڪو نہ هئا، جي ٻڌندا بہ هئا تہ لنوائي هليا ويندا هئا تہ:
”ڪير ڪم سيڙائي وڃي مسيت ۾ ويهي، ملان تہ آهي واندو!“
مُلان کي مسجد ۾ آٽڻ ۽ مسجد جي ڪم ڪي هلائڻ ۾ بہ ماسڙ جو هٿ هو. ٽُڪون، ٽوپيون، پاٽيءَ لاءِ مٽ، رحل، قائده تہ هن پنهنجي هڙان وڙان وٺي ڏنا هئا. مسجد ۾ پر ملان جي پگهار لاءِ بہ هن ميڙ ڪري ڳوٺ وارن کي راضي ڪري ورتو هو.
مُلان ٻار بہ پڙهائيندو هو،پنج ئي وقت آذان بہ ڏيندو هو، جماعت، جيڪا چئن پنجن ماڻهن جي مس هوندي هئي، کي نماز بہ پڙهائيندو هو ۽ مسجد جي صفائي بہ ڪندو هو. اسڪول ۾ ماستر وٽ ڇوڪريون ڇڏڻ هر ڪنهن کي عيب ٿي لڳو پر مُلان تہ دين جا ٿنڀ هوندا آهن، ان لاءِ ڪنهن کي بہ ڇوڪريون مسجد ۾ ڇڏڻ تي اعتراض نہ ٿيو. ڇوڪرن جي پڙهڻ جو وقت جدا هو ۽ ڇوڪرين جو جدا.

ٽي چار ڇوڪريون تہ هيون ڪل، تن ۾ شهرو ۽ دادلي بہ هيون. شهروءَ کي ڀهريون تہ ماڻس نہ ڇڏيو جو مڙس جي ڏنگائيءَ جي خبر هيس تہ ايندو ۽ خبر پيس تہ ڇوڪري پڙهائيءَ تي ڇڏي اٿئين تہ اصل ٻج بہ نہ ڇڏيندو. پر پوءِ پيٽيوئي جي اٽت ڏيارڻ ۽ ذمي ڪڍائي ڇڏيو هئائينس. قرآن پڙهڻ ۾ بہ شهرو، سڀني کان اڳري هئي. پيون سڀ اجا پهرئين سيپاري ۾ ئي هيون جو هن اڃي ذري گهٽ پنج سيپاريءَ کي پڄايو هو. پهرئين سيپاري جون تہ اڌ ڪن

صورتون زباني ياد ٿي ويون هئس. هن جي هوشياري ڏسي ملان به ڀين جي پيٽ ۾ ڪيس اهميت ڏيندو هو.

جنهن ڏينهن اڇي ڏاڙهي مينديءَ سا ٽڦيون، ڀير جي پير ۾ اُس جي تڙڪي تي وڻو هوندو هو، تنهن ڏينهن شهروءَ کي ٽي سيني ڇوڪرين جو سبق ٻڌڻ ۽ ڏيڻ جو اختيار هوندو هو ۽ هڪ ڏينهن موڪل مهل جڏهن سيٺي سيپارا ويڙهي، پوتيون ٺاهي هلڻ لڳيون هيون، تنهن مهل ملان شهروءَ کي سڏي چيو هو:

"شهربانو، تون بيهه، تو ۾ ڪم آ"

شهرو پهريون ته حيران ٿي پر جيستائين حيرانيءَ مان نڪري،تيستائين موڪل جي خوشيءَ ۾ سڀ ڇوڪريون مسجد جو در اورانگهي وڃي چڪيون هيون.

"جيءَ سائين. . . . ." ڊڄندي ڊڄندي مس چئي سگهي هئي. ڪيس هونءَ ئي مُلان جي چپرن جيان ڦاٿل / ڪليل اکين ۾ نهارڻ جي همت ڪو نه ٿيندي هئي. ڪڏهن ڪڏهن دادليءَ کان پڇندي هئي:

"ائي! سائينءَ جي اکين ۾ چپر ڪينهن ڇا؟ صفا چنيي ئي ڪين ٿو اکيون!" پئي وٺي ٽهڪ ڏينديون هيون.

ملان سندس ويجهو اچي، سندس هٿن ۾جهليل پنج سيپاري پنهنجي هٿن ۾ وٺندي چيو هو: (شهروءَ جا هٿ پير نري برف ڳڙا ٿي ويا هئا ان ويل) "ڊڄ نه، ڏس تون سيني ۾ هوشيار آهين نه، هيءَ ڇيڳريون ڇوريون تنهنجي پڙهائيءَ ۾ به ٿيون رڪاوٽ وجهن! تنهنجي پڙهڻ مهل منو منو سر هنن‌جي رڙين ۾ ئي گم ٿي ويندو آ. ان ڪري سياڻي ڪان هينئن ڪر، جو هنن جي موڪل ڪان پوءِ منجهند ڏاري ايندي ڪر! اڪيلي پڙهندينءَ ته جلدي قرآن پڄائي ويندينءَ. ڇوين ٿي نه ته پيءُ ڪان ڇوريءَ ٿي پڙهين. هو اجا ايندو ئي ڪين جو تون قرآن پڄايو گهر ويٺي هوندينءَ"

شهروءَ کي پنهنجي ٽنگن‌جو سَتُ نڪرندو پاسيو هو. ملان کي پنهنجي ايڏي ويجهو محسوس ڪندي، سندس اکين ۾ اها سگهه نه هئي ته هوءَ چپر مٿي ڪري ملان جي ساون تارن، گگ وهندڙ آلن چپن ۽ چپن هيٺان ڪنهن اچڻ واري خوشيءَ جي احساس ڪان ڏڪندڙ ڳاڙهي ڏاڙهيءَ ۾ نهاري سگهي.

بس ان ڏينهن ڪان پوءِ مسجد ۾ وڃڻ ڇڏي ڏنو هئائين. ماٽس زور ڪيو هئس، دادليءَ گهٽئي نياپيا ڏنا هئس ته "سائين ٿو سڏئي، پلا پنهنجي پنج سيپاري ته وٺي اچينس!" پر هوءَ چپ ٿي ويندي هئي. ان ڏينهن

ڪان در ڪان ٻاهر نڪرڻ ئي ڇڏي ڏنو هئائين. آذان جو پڙلاءُ ڪنن ۾ پوندي ئي وڃي هنڌن جي ڍير ۾ لڪندي هئي.

ادي ڀاڻين ٿو چوي تہ وچڻ کان اڳ ڀلا مڱڻو ڪري ڇڏيون. ادو بہ اتي آهي، وري الائي هٿ اچي الائي نہ"
"وچو ڪڏهن ٿا؟" وسامندي
"مٽيون ڪهڙو، عرس مهينو آ نہ؟ چوي ٿو عرس جي پڇاڙيءَ تائين هليا هلون. ڇوڪرن جا امتحان بہ ٿي ويا آهن. جاءِ بہ وٺي ڇڏي اٿئين. اتي. سو ڏينهن ٻن ۾ مڱڻو ڪري ڇڏجي تہ......"
"پر ادي......"
"پر ادي، ٻر اديءَ ڪي ڇڏ، شهرو مون کي ڏني هيئي سان ڏني هيئي، هاڻي ماڻا ٽاٽا نہ ڪر."
"رڳو شهرو.... حاڪم ۽ دادلي جو بہ تہ......؟"
"ادي حاڪوءَ تنهنجي ۾ حوصلو لڳي ڪو نہ ٿو. الائي پڙهي الائي نہ، جي راضي ٿين تہ ڀاڻ سان وٺي وڃي اتي پڙهايونس، سڌاريونس، جي نہ تہ پوءِ جا ڀاڳ پوءِ سان."
"نہ ادي، اهڙا سودا اسان کو نہ ڇاٽون. سڳ سڳ تي ٿيندو. نہ تہ وينيون پليون" پٽس ٽاندي مان بيڙي دکائيندي رڙ ڪندي چيو هو.
"جيئن ڀلا توهان جي صلاح." بي دليو ڇٽي برقعو ڪڻي، اٿي هلي وئي هئي.
شهروءَ کان اجا تائين اهو ڏينهن نہ وسرندو هو، جيڏي خوش هئي، اوڏي دکي بہ. ڪجھ مليس پيو تہ ڪجھ کسجيس پيو. جن سان پل پل جو ساٿ هجي اهي ائين ڏورانهين ڏيهہ پيا وڃن، ڪيئن ٿي خوش ٿي سگهي؟ پر خوش هئي تہ ٿورن ڏينهن جي جدائي هميشہ جي ميلاپ کي جنم ڏيندي.
هوءَ چپ چاپ ڪنڊ هيٺ ڪريو کٽ تي وينئي پاڻ کي پنهنجي ان گڏيءَ جيان پئي محسوس ڪيائين، جيڪا ڪالهہ راول جي گڏي سان پرڻائي هئائين. ماسس ڳوٺ وارين جي جھڃ ڪري اچي هن جي اڇين ڪير جي ڪلفين جهڙين آڱرين ۾ ڪير منديءَ ۽ ويڙهہ پارايو هو. آتي ئي چادر جي اوٽ ڏئي گلابي وڳو پارايو هئائينس. کنبي جي گنديءَ جي گهونگهٽ هيٺان ائين ٿي ڀانئيائين ڄڻ راول جي ٻانهن جي پناهہ ۾ اچي وئي هجي. هوءَ جيڪا هميشہ پيار ۽ پناهہ گاهہ جي ڳولا ۾ هيسيل هراسيل ڦرندي وتندي هئي، ڪنهن گهاٽي وڻ جي ٿڌي ڇانو هيٺ محفوظ ٿي وئي هجي.
سائي سڳي ۾ ڏانهنس وڌندڙ سئي هن جي ڪچڙي نڪ مان ائين لنگهي وئي، ڄڻ مکڻ مان وار ڪڍيو هجي ڪنهن. ڪيڏو سور ٿيو هئس. ماءُ جي هنج ۾ ڪري ڪي پهر روئندي رهي هئي، پوءِ ان سور ۾ هلڪو هلڪو سرور اچڻلڳو هئس تہ اهو ئي سائو سڳو سندس ۽ راول جي قسمت جي پيرن جو ڏانوڻ هو.
ان ڏينهن کان پوءِ ماسيءَ جي گهر نہ وئي هئي. راول بہ ٿي دفعا آيو پر هوءَ لڪي پيچي ويندي هئي. اجا نڪ بہ تہ کو نہ ڇٽو هئس. سڳو پيو ڇپن

تائين لڙڪندو هئس، جنهن کي ڏسي هو ضرور ڪيس چيڙائي ها.
هو هليا ويا هئا، تنهن ڏينهن ماءُ ڪان چوريءَ اجرڪ ويڙهي سيڙهي هلي وئي هئي، ماسيءَ جي خالي گهر، خالي ڪچي گهر کي ڪو بہ تالو ڪو نہ هو.
اڱڻ ۾ لڳل پير جو ننڍڙو ٻوٽو، جيڪو هنن چٽني گڏجي لڳايو هو، ڏانهس تڪڻ لڳو هو. هوءَ هلندي اچي ٻوٽي جي پر ۾ ويٺي هئي. اٿين ٿي لڳس ڄڻ ٻوٽي جي پن پن مان لڙڪ وهندا هجن ۽ سندس لڙڪ اکين جا بند ٽپي ويا ٿي ٻوٽي جي پاڙ ۾ گم ٿيندا.
همت نہ پئي ٿئيس اندر جهاتي پائڻ جي. گهر بہ گهر وارن سان هوندا آهن. خالي گهر ڄڻ قبرستان. ڪيس اهڙي وحشت ٿيڻ لڳي هئي جهڙي ڳوٺ پريان قبرستان پرسان لنگهندي ٿيندي هئي.
رنڌڻي جي جاري ۾ رکيل ڪاري ٿي ويل دادليءَ جي رانديڪن واري ڪوڪي تي نظر پوندي ئي لڳو هئس، ڄڻ دادلي پاڻ بيٺي آ. ڪوڪو هيٺ لاٿو هئائين. خالي ڪوڪو.....
"شايد گڏين کي بہ نئون گهر وٺي ڏيندي!"
ڏاکڻ جي ڪنڊ ۾ مٽيءَ جي ٺهيل ننڍڙي گڏين جي جاءِ جيڪا هن ۽ راول گڏجي ڪڏ تان مٽي آڻي ٺاهي هئي، ڏسي تڪڙي اوڏانهن وڌي هئي. ننڍڙين سنهين مٽيءَ جي ديوارن اندر ڏسندي پهريائين پل خوشي ۽ ٻئي پل نہ سمجهہ ۾ ايندڙ ڏک ٿيو هئس. دادليءَ جي ڪوڪي جي برعڪس هيءُ گهر پريل هو. شهروءَ جهٽ ڏئي ٻئي گڏوگڏي ڪٺي ورتا هئا. ڄڻ ڪنهن ويران کنڊر ۾ زندگيءَ جي اوچتي ملي ويل آثارن جي احساس سان. گهر اچي سوچيو هئائين:
"راول منهنجي گڏي ڇو نہ کڻيو ويو، ڇو رهائي ويو ڪيس بہ جهڙي گهر ۾؟ پر گڏو بہ تہ ڇڏي ويو آ نہ؟" پاڻ کي پاڻ ئي آٿت ڏئي، اٿين لڳو هئس ڄڻ راول هن کان پري ويو ئي ناهي. ٻئي گڏوگڏي ڪپڙي ۾ ويڙهي، پنهنجي پيتيءَ ۾ لڪائي رکيا هئائين. جڏهن بہ راول جي سڪ شدت اختيار ڪري ويندي هئس، اچي سندس گڏي کي پيتيءَ مان ڪڍندي ۽ سيني سان لائيندي هئي.
ماڻس دڙڪو ڏنس، حاڪم کا شئي قري ويس، سندس ڊوڙ، گڏي تائين! ڄڻ ڪٽ هيٺان رکيل پيتيءَ ۾ گڏو نہ پر راول پاڻ هوندو هو، جنهن سان اچي پنهنجي اندر جا اوراڻا اوريندي هئي.
حاڪم جا پرڪار وڌي لاءِ بہ ساڳيا ئي رهيا. پنج بہ ڪو نہ پڙهيو. پيو سڄو ڏينهن رلندو ۽ پراوا لوڙها لتاڙيندو هو. بہ ٽي ڀيرا ماڻس سمجهايو هئس تہ ڳوٺ جون نياڻيون، پنهنجي مائٽ پينرن وانگي هونديون آهن. پر هو ٽڪي پئسي جي ٻڌڻ وارن مان ڪاٿي هو. بہ هٽ، بہ پيسر، پيءُ تي ويو هو. مٿان جو پٽس پنٽي ٽپري حوصلو وڌائيندو هئس تہ:
"اهو مرد ئي ڪهڙو، جنهن جي ڪا ڳالهہ نہ هلي، جنهن مرد پويان ڪا رن نہ

لڳي، ان جي مردانگيءَ تي ئي شڪ!"
ائين هو پيءُ ڪان به به قدم اڳتي وڌي ويو هو.

شروعاتي ڏينهن ۾ ته ماسس جن سال ٻن ۾ پيرو ڪنديون هيون ڳوٺ. پر جيئن پوءِ تيئن عمر سان گڏ فاصلا به انگهجي ويا. ٻار جوان ٿيا. پڙهائيءَ جو بهانو. امير جي ٻجوڙ به غريب جي پيٽ جيان ڪڏهن به نه پرجڻ جون ناٺءِ وننڊڙ. ائين ماسڙ جي ٻجوڙ جو پيٽ به ويو ٿي انگهبو. ان جو پيٽ پريندي پريندي سندس پيٽن ۾ پرپل محبتون به هوا ٿي ويون هيون.

حاڪم به چار پيرا ويو پر رخ نه ڏسي دل برداشته ٿي هليو آيو هو. دادليءَ ته ڪيس سجاڻڻ ڪان ئي انڪار ڪري ڇڏيو هو. پلا ڪٿي هوءَ يونيورسٽي ۾ پڙهندڙ الٽرا ماڊرن ڇوڪري ۽ ڪٿي هيءُ جهنگ جو جٽ! جنهن ڪان وڌيڪ ته هنن جي نوڪرن جي پوزيشن هوندي هئي. ماسس جي دل ۾ پيل اصلي دغا، هاڻ نروار ٿي بيني هئي. هاسيڪار ساڻن گهٽ ئي رهايائين ته بي عقليءَ ۽ تڪڙ ۾ ڪيل فيصلي کي پاڻي نه ڏيڻو پوي.

راول جي دل ۾ اجا به شهروءَ جي معصوميت ۽ سندرتا جو ديرو هو. به چار پيرا آيو به هو. هڪ دفعي ته مختصر خط لکي رڏٽي ۾ چانهن جي دٻي هينان رکي ويو هو. شهرو سندس سامهون جو ڪو نه ايندي هئي. هوءَ ته ڪمري جي جاري مان ڪيس ڏسي وننڊي هئي پر هو به دفعا ناڪام ٿي نيٺ خط لکڻ تي مجبور ٿي پيو هو. گهر ۾ بيو ته ڪو پڙهيل هو ڪو نه. حاڪم پڙهي به وساري وينو هو. ان لاءِ ڪيس پڪ هئي ته خط سڌو صحيح هٿن تائين وڃي رسندو ۽ جڏهن شهرو چانهه ڻاهيندي دٻي هينان رکيل خط ڏٺو هو ته ڪن پل ۾ جسم ۾ ڪنبٽي وني وئي هئس. هيڏانهن هوڏانهن ڏٺو هئائين ته ڪو ڏسي ته ڪو نه ٿو. پوءِ پاڻ کي آٿت ڏيندي "پلا ٻئي ڪنهن ته ڪو نه لکيو آ، لکيو به ته...." اڳتي ڪجهه به سوچڻ ڪان لڄي ٿي هوريان هوريان خط کوليو هئائين "تون ته پڪي ٿي وئي آهين، گهٽ ۾ گهٽ ٻين جو ئي سوچي، ڪڏهن ويسر ۾ ئي ٻاهر نڪر ۽ اچي منهن ڏيکار"

خط پڙهي دل چاهيو هئس. هينئراڏامي وڃي سندس سامهون بيهي، کيس ٻڌائي سندس جدائيءَ ۾ گهاريل ورهين جيڏين گهڙين جون وارتائون.

مهينن پڇاڻان جڏهن وري هو آيو هو، تڏهن به شهروءَ جا اڳيا حال. راول سوچيو هو، شايد سندس لکيل ٽڪرو هوءَ ڪٿي نه سگهي آ، تڏهن ته اجا به پٽي لڪ لڪوٽي ڪيڏي ۽ ائين ان دفعي هو ڪجهه به لکڻ بنا هليو ويو هو. سندس ويندي ئي شهروءَ رڏٽي مان به رڏٽا ڪيا هئا. هر شئي اٿلائي اٿلائي ڏٺي هئائين. ويندي ڇت جي ڇپرن ۽ پٽين وچ ۾ هڪ هڪ وٿيءَ کي. پر جڏهن ڪجهه به هٿ نه لڳو هئس تڏهن اندر جي دٿونس مٿائڻ لاءِ سوين دفعا پڙهيل پراڻي خط کي پڙهڻ لڳي هئي. جنهنجون ساڳيون سٽون هر پيري نيون

پاسنديون هئس. پڙهندي به هئي شرمائيندي به هئي ۽ نڪ ۾ پهريل ڳاڙهي تجلا ڏيندڙ ڪوڪي کي هٿ سان ٺاهيندي، آئيني آڏو بيهي خيالن ئي خيالن ۾ پاٽڪي راول جي ٻانهن جي پيڪڙ ۾ پائيندي هئي.

شايد محشر جو ڏينهن به ايڏو ايذائيندڙ نه هجي، جيڏو اهو ڏينهن ٿيو هو، جڏهن پٽس پڳهر ۾ شم، سٽ ڏئي پٽڪو لاهي کٽ تي رکندي ڪرڙين اکين سان ماٽس کي ڏسندي هيانءِ ڏاريندڙ آواز ۾ چيو هو:

"ڏنئي ڀيٽين جي بي حيائي؟!"

"ڇ.....ڇ.....ڇو...و ؟"

"ڏئي ڇڏيئين نه ڇوري"

"ڪ.... ڪ... ڪنهن کي؟!" روئيندڙ آواز ۾ کٽ جي پيرانديءَ کان ويهندي چيو هئائين. پريان کٽ تي پني ڏئي سميهل حاڪم به، پاسو ورائي ڪي پل ماءُ پيءُ ڏي گهوريندو، پوتڙي کي ڇنڊڪو ڏئي ڪاوڙ مان ٻاهر نڪري ويو هو.

"اڙي مان به اڄ ئي تو پنهنجي پٽ لاءِ سڱ ڳولهيان. منهنجي رينهن جوان پٽ لئه ڪو سڱ ڪنا؟ پر هاڻ ڏسان ته منهنجي ڌيءُ جو ڪيئن ٿا نالو ڳنهن! تارا ڪڍي ڇڏيندومان!"

"جڏهن پنهنجي انا کي پيرن ۾ لتاڙيو محسوس ڪيو هئائين، تڏهن الائي ڪيئن رک جي ڍير مان چڻنگ جيان اوچتو چمڪي نڪتو هئس پٽ ۽ ڌيءُ جو خيال!

شهروءَ جو وجي ڪتولو ورتو هو ته اٺ ڏينهن ٻڙهه ٻٽ پئي رهي. ڪاٺو نه پيتو، زنده لاش جيان پئي ڇت ۾ گهوريندي هئي. ماٽس الڳ ٿي ڳوڙهن سان آلا ٿي ويل پلو نپوڙيا. پلاچا ٿي ڪري سگهي، پنهنجو رت جو سڙيو هو.

مهيني اندر ئي حاڪم لاءِ ڪنوار ڳولهي ورتي هئائين. جيڪو پنهنجي زال ۽ اولاد کي ٻائي پائيءَ لاءِ عمر پر سڪائيندو رهيو هو، سو جهول پئسن جو ڏئي ڇڻ ڪنوار نه پر مٽيءَ ۾ ملي ويل غيرت خريدي آيو هو.

لاهي ڇڏ ڇوڪريءَ جي نڪ مان ڪوڪو، اجا اوسيئڙي ۾ ويني آ" رهڙ ڏئي زال کي چيو هئائين. پر هن کي همت نه ٿي هئي ڌيءُ جي نڪ ڏانهن هٿ وڌائڻ جي.

اُن ڏينهن ته بس قيامت اچي وئي هئي. شهروءَ جي من ۾ هڪ لڳان آيو هو ته کوهه ۾ ٽپو ڏئي. هن روز روز جي موت کان هڪ دفعي پاڻ ماري ڇڏي. راول ڪنهن کي نياپو ڏنو هو ته بابا جن غلط ڪيو آهي. مان اڄ به ساڳيو ئي آهيان ۽ پنهنجي امانت وٺڻ هڪ ڏينهن ضرور ايندم. نياپي اٿيندڙ حاڪم کي جڏهن نياپو ڏنو هو، تڏهن هو اهڙو ته تپي باهه ٿي ويو هو جو ٻاهر ماٺهن جو به خيال نه ڪندي، انڪار سان گڏ موت ۾ ناهوڪين گارين جي ٻري ٻڌي به راول لاءِ ڏني هئائينس. جڏهن گهر ۾ پيءُ سان ڳالهه ڪئي هئائين. ته ان ته

ماڳهين شهروءِ کي ٿي گهوگهو ڏئي مارڻ چاهيو جو ان جي ڪري ٿي سندن غيرت کي للڪاريو ويو هو.
"اڙي اهو ڪميٽو، ڪميٽي جو پٽ ڇا ٿو سمجهي ته اسان غريب آهيون، سندن پئسي تي هرڪجهه، پنهنجي عزت ۽ غيرت جو بدلو وساري ورڻي به ڪيس سگ ڏينداسين....؟!!" تپي ٿامون ٿي وڃي پيو ته ٿي چنبا زال ۽ ڌيءُ کي وهايا هٿائين.
وقت گذرندو ٿي ويو. شهروءِ جي وارن مان اڇا تروار ليٺا پائڻ لڳا هئا. پر ڪڏهن به وري راول جي ڪنهن نياپي ليٺو نه پاتو. پيءُ جي روپي کان باغي ٿي به ٿي دفعا ته هن سوچيو هو ته جي راول اچي پنهنجو حق جتائي مون کي ٻانهن مان وٺي به ويو ته هوءِ پيءُ ياءُ جي سامهون ساڻس گڏ هلي ويندي. پر راول ڪڏهن به نه آيو. ڪجهه عرصي کان پوءِ اڏامندي اها خبر هنن تائين به پڳي هئي ته راول به ٿي سال ٻاهر ويو جتان اڪيلو نه پر "مڪڻ جهڙي، سچي خاندان جو نڪ"شهروءِ کان وڌيڪ سهڻي زال به وٺي آيو هو.
پٽس کان پوءِ سندس منجهيءَ کي حاڪم مضبوطيءَ سان سنڀالي ورتو هو. حاڪم مريدن ۾ رهندو ڪو نه هو، رڳو ڏن وٺڻ ويندو هو، جو زال سان انن ٻارن جٽڻ کان پوءِ به قرب گهٽيو ڪو نه هئس. اها ٻي ڳالهه هئي ته موقعي ملڻ تي ٻئي پاسي به جهپ هڻي وٺندو هو.
جڏهن به زال لاءِ ڪو جتي ڪپڙو آڻيندو هو ته ماڻس پٽڪو ڪري وٺندي هئس
"پيڻ لئه به آڻين ها!" تڏهن ٺهڪ ڏئي چوندو هو
"ادي اچي مٽي ۾ ڪنهن کي پائي ڏيکاريندي؟"تڏهن هوءِ آئيني آڏو بيهي عمر کان وڌيڪ حالتن جي ڇڏيل سندس وجود جي ڦٽي ويل رنگ کي ڏسڻ لڳندي هئي. ڳلن تي ٺهيل مکڻ جا چاٺا، ڪڏهوڪو رجي تيل ٿي ويا هئس. ڇپن ڳاڙهن، ڏيلهن بجاءِ سڪل ڊاک جو ڏيک ٿي ڏنو ۽ ڪارن نيوڙ وارن هاڻ محرم ۾ خاڪ وسائيندڙ ماتمين جي مٿن جو ڏيک ٿي ڏنو.
"سچ ته چوي ٿو ادو" دک مان سوچي اکين جي ڪنارن تائين پرجي آيل پاڻيءَ کي جڻ اکين ۾ ڳيت ڏئي پي ڇڏيندي هئي.
هيل جڏهن پاڇائس پيڪين وئي ته موٽ ۾ ساڻ ياءُ کي به وٺيو آئي. هڪ ته ويچارو گونگو هو ۽ پيو ڪنن کان ٻوڙو، مٿان وري پير تي جو مينهن لت ڏني هئس ته هلڻ کان به هلاڪ هو. ماءُ ڪڏهوڪو مري وئي هئس. پيڻ پنهنجي گهر، پاڇائين جو خيال نه ڪيس ته سجو پير اندرئي اندر ڳري ويو هئس. هتي رهيو ڪجهه عرصي ۾ پير ته ڇٽي ويس پر پوءِ واپس وڃڻ جو نانءُ نه ورتائين. پيو مال متاع جي ڪندو هو. مينهون اهڙيون ته پنهنجي هٽ تي هيري ڇڏيون هٺائين جو ٻئي هٽ لڳڻ سان ڇڙي هٽي پري ٿي بيهنديون هيون.
پيٽس به وٺي اچي رهايو ته هئس پر هوءِ سجو ڏينهن پنهنجي ٻارن

۾ پوري. ياد بہ ڪو نہ رهندو هئس تہ گونگي ڪو نڪر ڳيو پيٽ ۾ وڏو بہ الائي نہ. وري بہ شهروءَ کي ٿي خيال ٿيندو هو. ماني نڪي ساري وقت سر ڏيندي هئس. مال جو گند ڪچرو ميڙي تغاريون ڪٽي نہ سگهندو هو تہ اچي هٿ وجهرائيندي هئس. جي تپ تاءُ ٿيندو هئس تہ ماٽس جي ستين ڦڪين جي پنبي مان ڪو نڪي ڦوٽو آٽي ڏيندي هئس. شهروءَ کي پاسندو هو ڇڻ گونگو هن جو ٿي پيو روپ هجي. سڀ ڪجهہ سمجهندي بہ ڪجهہ بہ ڪڇي پڇي نہ سگهندڙ.

هو بہ پيڻ جي بجاءِ شهروءَ کي همدرد سمجهي پنهنجي ڪا پريشاني، اشارن اشارن ۾ ٻڌائيندو هو. پيڻ کي جي ڪجهہ چوندو بہ هو تہ "هن گونگي، ڇگي منهنجي حيا تي وهہ ڪٽي آ" بيزاريءَ مان ڇئي متي کي ڏک هٽي هلي ويندي هئي.

نيت جي صفائي هر رڪاوٽ هٽائي ڇڏيندي آ. شهرو بہ هن گگدام جي ٻولي ائين سمجهي ورتي هئي، ڇڻ هو اصل کان ساٿن گڏ رهيل هجي. گونگي سان ڳالهائڻ مهل اها خبر نہ پوندي هئي تہ اصل گونگو ڪير آ؟!

هڪ رات اوچتو گونگي کي اهڙي سيءَ تپ ورايو جو پاڻ سان گڏ ڪٽ بہ پئي ڏڪيس. هو پريان مال واري اڱڻ تي ڪٽ وجهي سمهندو هو. پر شهرو، جنهن جي اصل جي ويرياٽي ننڊ، اڄان تہ پرتي هئي، تنهن پري کان هن جي ڪنجهڻ ۽ وڦلجڻ جو آواز ٻڌو تہ ٻئي پر ٻاهر گهٽين ۾ پونڪندڙ ڪتن جي اونايڻ ۾ ڪيس سمجهہ ۾ نہ ٿي آيو تہ آواز ڪيڏانهن پيو اچي. نيٺ اٿي اچي پاڻين جي ڪٽن ويجهو بيٺي. هيءُ سڀ الوٽ هئا. ڏاڪڻ ۾ ڪن ڏنو هٿائين تہ متي پاٽس جو آواز تہ ڪونهي. پر پوءِ جهاتي پائي جو پرئين اڱڻ تي ڏنو هٿائين تہ چاندوڪي رات ۾ گونگي جو ڏڪندڙ وجود ڏسي آهستي آهستي ڏانہ نس وئي هئي. ٻانهن ۾ جو هٿ وڌو هٿائينس تہ ٻاهہ جا ٽاندا ٿي جسم ٻريس. اندرڪهہ اوندهہ ۾ ڪٽي ٽاڦوڙا هٽي ها. تڪڙ ۾ پنهنجي هنڌ جي رلي پٽراٽي ڪٽي اچي متس وڌي هٿائين. اڱڻ ۾ پٽ تي لڳل تختي تي ٽنڪيل، ماٽس جي ستين ڦڪين واري پنبي مان بام، سنڌ جاچي، ڪٽي اچي نرڙ، لونڊڙين، هٿن، پيرن جي ترين ۽ نبضن کي مهٽيو هٿائينس.

ڪجهہ دير کان پوءِ سامت ۾ آيو هو. سندس اکين مان وهندڙ لڙڪ چاندوڪيءَ ۾ شهروءَ ڏسي ورتا هئا. ڪٽس يڪدم ڪلي سان ٻڌل مينهن جو نماٽو منهن اکين ۾ تري آيو هو. جنهن جا لڙڪ بہ سدائين پيا وهندا آهن.

"بي زبان مينهون نہ اکينديون هن، نہ ڪجهہ سمجهنديون هن، پوءِ نماٽو منهن ڪري هر وقت روئينديون ڇو رهنديون هن؟!" گونگي ۽ مينهن ۾ ڪيس ڪو بہ فرق نظر نہ آيو هو. ڪيس تہ پنهنجو پاڻ بہ آهر جي پر ۾ ڪلي سان ٻڌل مينهن جيان پاسندو هو. چپ چاپ لڙڪ لاڙيندڙ سڀ ڪجهہ سمجهندي ڪجهہ بہ نہ ڪڇي سگهندڙ.

اڃي هنڌ بنا خالي ڪٽ تي سمهي هئي. سمهندي ئي نظر ڪوٺي جي اولي تي پئي هئس. جنهن تي ڪنهن ماڻهوءَ جي منڊي هئي، پر هٽي وئي هئي. پهريون دهشت ٿي هئس پوءِ
”ادو هوندو يا پاڃائي، شايد آواز تي اٿيا هوندا!“ سوچي مطمئن ٿي وئي هئي.
صبح تي گونگي جو بخار لهي ويو ۽ هو سڄ جي ڪني ڪڍڻ ڪان پهرين ئي مال ڪاهي جهنگ هليو ويو هو. شهروءَ هنڌ ويڙهي اندر رکيا هئا. پاڃائيس ٻهارو ڏيندي گونگي جي ڪٽ هيٺان شهروءَ جي ڪن جو والو ڏسي حيران ٿي، چپ ٿي وئي هئي ۽ والو لڪائي ڇڏيو هئائين. منهن جي پڪائي ڪري اڃي شهروءَ کان پڇيو هئائين:
”ادي! هڪ ڪن ۾ والو ڪينهئي؟“
شهروءَ ڪن ۾ هٿ وجهي اڱڻ ۾ هيڏي هوڏي ڏٺو، پر ڪوڙي والي لاءِ کهڙو هٿ پير هڻي ها!
”ڪريو هوندو ڪنهن ڪم ڪار ۾ ڪٿي!“ چئي وري نن‌ڍڙي پائٽني کي چانهن مان ٻوڙي ٻوڙي مانيءَ جا گرهه کارائڻ ۾ محو ٿي وئي هئي.
پاڻس جيئن ئي مٿان لٿو هو، اهڙين ڪرڙين نظرن سان پيڻ کي ڏٺوهئائين جو جيڪر اڄ چانهن يا لسيءَ سان نه پر پيڻ جي رت سان نيرن ڪري ها. شهرو پاءُ جون نه سمجهه ۾ ايندڙ هيانءُ ڏاريندڙ نظرون ڏسي، هروڀرو به ڏهلجي وئي هئي ۽ گرهه ٻار جي وات ۾ وجهڻ بدران نڪ ۾ وجهڻ لڳي.

”هاٺي گهٽو گند ٿيو، ڏي گونگي کي ٽپڙ ته هلي ڳوٺ!“ زال کي چوندو ڪوهه مان پاٺي ڪڍڻ لڳو هو ۽ هوءَ مڙس کي ڪجهه به چوڻ بنا لڳي هئي ڏسڻ حقارت مان نٽان ڏي.
”اڙي ابا! ڪاڏي ويندو ويچارو گگدام. هاٺي پاڃايون ويهڻ ڏيندس! هٿ به ڪو ويهي ڪو نه ٿو ڪائي، گهٽو ئي ڪم ڪنيو ونو آ“ ماڻس قياس ڪندي چيو هو.
”گگدام.... چاڻانٺو مان اهڙن گگدامن جون پليتايون“ڪجهه به ڪائڻ پيڻ کان سواءِ آڪرو ٿي ٻاهر هليو ويو هو.
”هن کي وري الائي ڇا ٿيو آ؟!“ ماءُ جي سوال تي شهرو بنا ڏوهه جي به پاڻ کي ڏوهي سمجهي چپ ٿي وئي هئي.
”رات ڪتن جي ڀونڪڻ تي اٿيو هو. الائي ڇا ڏٺو اٿائين جو مون سان به سنئين منهن ڪو نه ڳالهايائين“ پاڃائس جي لهجي ۾ ساڳي ٽوڪ ۽ حقارت.
صبح ساڻ گونگو جيئن مال ڪاهي ويو هو ته اڃي سڄ لٿو هو، پر نه اوري هو نه اڳي. پيٽس ٻارن کي پويان پڃايو هو ته ڏسنس ته مال سوڏو ڪاڏي گم ٿي ويو. ٻار پڃندا واپس آيا ته مال جهنگ ۾ اڪيلو بيٺو هو، سو بابو ڪاهيو پيو اڃي، پر مامي جو ڪو پتو ڪونهي.

هليو تہ نہ ويو چريو.... ؟ پر وجي ها تہ ڪپڙا لٽا تہ ڪنيو وڃي ها، ڪو "سندس" ڇھڙون تہ ڪو نہ ٻڌيو هئائين، پوءِ ويو ڪاڏي؟" پاڄائس پاڻ ئي سوال ڪندي وري پاڻ ئي ٿي پاڻ کي جواب ڏنو.

"لڌو — ؟" مڙس کي درمان ايندو ڏسي پري کان پڇيو هئائين.

"نہ، تنهنجو نوَ لکو هار ڪو نہ لڌو." شڪل بڇڙي ڪري، آهرن جي پر ۾ بيٺل مال کي ٻڌڻ لڳو هو.

ٻہ ڏينهن گذري ويا، گونگي جو ڪو پتو ئي نہ پيو هو. شهروءَ کي الائي ڪهڙا وسوسا پئي پيدا ٿيا من ۾.

ٽيئن ڏينهن ڳوٺ ۾ هل ٿي ويو هو تہ قبرستان جي پرسان سان ٻُٽي کوهہ ۾ ڪو لاش پيو آ. ڪيڏڻ کان پوءِ سيني جي وات تي اهو ئي جملو هو تہ:

"گگدام ويچارو! عرصو رهيو پر ڳوٺ جي گسّن کي سڃاڻي نہ سگهيو، ترڪيو هوندس پير وڃي پيو هوندو کوهہ ۾."

"گونگي جي موت کان پوءِ پاڄائس جي شڪي ۽ حقارت آميز نظرن کان الائي ڇو شهرو بڇڻ چاهيندي هئي. ڪڏهن چوندي هئي هوءَ ڪانئس انهن بدليل نظرن جو سبب پڇي، يا مڙس کان ٻڌل ڪوڙي قصي جو ڪليءَ طرح مون تي الزام هڻي تہ مان ڪيس ٻڌايان تہ "انسانيت" خلوص ۽ همدرديءَ جو جواب دنيا ڪيئن ٿي ڏئي (هن نہ ٿي ڄاتو تہ پاڄائس تہ ڇڙو والو ڏسي پنهنجي شڪ ۾ مبتلا ٿي آ) پر نہ ڪڏهن هن ڪانئس پڇيو هو ۽ نہ هن وٽ پنهنجي بي گناهيءَ جو ڪو ثبوت هو.

هوءَ پاءُ جي اکين ۾ بہ ڄاڻي واڻي نہ نهاريندي هئي. جنهنجي ڳاڙهين جيرا اکين ۾ ڪيس ڇٽو پٽو گونگي جو لاش نظر ايندو هو.

# خالي ڳنڍ خوابن جي

سوڙهين گهٽين جي وچ ۾ ٿهيل نالين ۾ وهندڙ گندگيءَ جي ساهہ منجهائيندڙ ڌپ، ڪنهن گهرجي چيلهہ تائين ٿهيل موريءَ مان شپاڪي سان وهندڙ پاڻيءَ جي ريلي ڪان پاڻي بچائيندو فائيل ڪڇ ۾ ڪيو، جڏهن گهٽيءَ جي وڪڙ تي پهتو هو تہ پيلي رنگ جي پٽ مٿان ٿهيل ڳڙڪين مان نڪرندڙ دونهين سان ڳڏ ٻوڙ جي داڳ جي سرهاڻ هن جي پيٽ ۾ ٻريل بک جي باهہ تي ڇڻ گاسليٽ جا ڇنڊا ٿي هنيا. صبح بہ نيرن بنان ئي نڪري آيو هو. هينئر تہ اصل آندا ٿي نڪتس.

تڪڙو تڪڙو وکون وڌائيندو گهر جي در وٽ پهچي وڏو ساهہ کنيو هئائين. ”گهر چاهي ٻن ڇپرن جو ئي هجي، پر ڪيڏي نہ محفوظ پناهہ گاهہ ڀاسندو آ. گهرجي رستي ڏانهن هلندي، اکيون چاهي اڃ ۾ هجن پر پير ڪيئن نہ ڏگ ماپي آرام سان اچي پنهنجي گهر جي در تي پهچائيندا آهن!“ سوچيندو در جي ڪوڏ مٿي ڪري اندر گهڙيو هو. معمول موجب ورانڊي ۾ سامهون ئي کٽ تي ماڻس جو زندہ مڙهہ پيو هو. جنهنجي سڪل ڪاٺين جهڙين ٽنگن کي پٺي مريم مهنيو ۽ مروڙيو. اڱڻ ۾ پهچي هن رڌڻي ۾ نهاريو. رڌڻي ۾ ٺريل يا شايد نہ ٻريل چلهہ کي ڏسي بک ڪان پنواڻي اچي وئي هئس. سڌو اندر هليو ويو.

هوءَ پٽ ۾ منهن وجهيو در ڏانهن پٺي ڏيو اهڙيءَ ريت سُتي پئي هئي جو سندس ڪجهہ بہ چوڻ بنان هن سندس ناراضگيءَ کي محسوس ڪري ورتو هو. هر صبح جيان، اڄ صبح بہ ساڳي ئي بک ۽ بدحاليءَ تي ڳوڙها ڳاڙيندي ڪٿان جو ڪٿي وڃي پهتا هئا.

”ننڊ ٿئي؟“ فائيل پر ۾ پيل ٻي کٽ تي اڇليندي.

..........

جواب ۾، ملڻ تي ڪمري مان ٻاهر نڪري ويو هو.

”ڇا ٿيو؟“ ڪنجهندي ڪنجهندي ماڻس اٿڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي پڇيو هئس.

”ٿيندو وري ڇا؟ اڄ بہ ڪو نہ مليو. سڄ ايرڻ سان ئي وڃي سڪو آهيان. پهرين ڇپائوڻ بنگلي تي آ“ ۽ مان آن اوسيئڙي ۾ ويٺو رهيم.

هينئر ٻڌايائون تہ ”رئيس تہ ڪڏهوڪو ڪراچيءَ هليو ويو“

”ها اليڪشن جي ڏينهن ۾ رئيسن جي بنگلن جي دروازن سان گڏ دلين جا دروازا بہ کليل هوندا آهن عوام لاءِ ۽ اليڪشن کان پوءِ پاڻ تہ چور دروازن مان نڪري هليا ويندا آهن ۽ عوام مين گيٽ تي ساڳيون تعريفي مدحون ڳائي پيو سندن چمچن کي وندرائيندو آ. اياڻا ماڻهو هر دفعي دوکو کائين پر وري بہ سندن دولاب ۾ وڏي آرام سان اچي ويندا آهن!“ جوٽس ڪمري جي در تي بيهي پري کان ايئن چوندي رهي هئي ڄڻ پاڻ سان ڳالهائيندي هجي. تڏهن ڪيس جوٽس جا لفظ ڄڻ دماغ تي هٿوڙي جيان وسندا محسوس ٿيا هئا. هيل پاڻ بہ تہ پنهنجي عادت جي بنهہ برخلاف سياسي جلسن ۾ حصو ورتو هئائين. عوام جي وڏي ميڙ وچ ۾ هاسيڪار اهڙي هنڌ بيهي نڙيءَ ڦاڙ رئيس جي شان ۾ نعرا هنيا هئائين، جتان ڪيس پڪ هئي تہ رئيس نہ تہ بہ سندس چمچا تہ ڪيس پڪ ئي پڪ ڏسندا هوندا. ائين ڪيس پڪ ٿي وئي هئي تہ هيل جي رئيس اسيمبليءَ ۾ پهتو تہ منهنجو آفيس ۾ پڄڻ بہ اٽل آ. پر اليڪشن بہ گذري وئي. بلڪ ٻي اليڪشن جون تياريون بہ شروع ٿي ويون هيون، رئيس بہ اسيمبليءَ ۾ پهچي پراڻو ٿي ويو ۽ هو اجا تائين......

”توکي تہ ننڊ هئي؟!“ ذهن کي جهٽڪو ڏئي خيال مٽائي زال ڏانهن پٺي ورائي ڏٺو هئائين.

هوءَ ٻنان ورندي ڏيڻ جي اڳ ۾ نڪري وڃي در تان ٻاهر نڪري ويل پٽ کي سڏڻ لڳي هئي.

”ايتري ٻار کي اڪيلو ٻاهر ڇڏيو آ!!؟“

”نہ نوڪرن جي قطار ٿي رکي ڏيانس“

زال جي ٺٺول نڙيءَ ۾ ٻيل جوئر جي مانيءَ جي گرهہ کي ڄڻ تہ پٿر جيان سخت ڪري ڇڏيو هو. جنهن مٿان سڄو ڏڌ جو گلاس پي ماني اڌ ۾ ڇڏي اٿي ٻاهر نڪري ويو.

”اڄڪلهہ ڏسين ٿي تہ ڪيڏو پريشان آ، مٿان تنهنجو ڪروڌ..... !“

هوءَ ڪجهہ بہ چوڻ ٻنان ڇوڪرو ڪڇي اندر هلي وئي هئي.

”ٻاڄائيءَ جو ڏوهہ ڪونهي امان، اها ٻڪ آهي جيڪا اسان سڀني جي پيٽن مان واڪا ڪري ٿي ٻاهر نڪري“ مريم ڪٽ تي مشين رکندي ماٺس کي ڇيو.

مريم جي سلائيءَ سان گهر جو چرخو ٿي هليو. پورهيو ڪري ٻارَ کي پڙهائيندي اچو مٿو ڪيو هئائين.

اڪين تي ٻانهن ڏيو جاڳيو پئي يا ستو پيو هو. اوچتو وارن ۾ آڱرين جو ڇهاءُ محسوس ڪندي ڇرڪي اکين تان ٻانهن لاهي ڏٺو

هئائين. نسيم پر ۾ پيل ڪٽ تي ويٺي ڏانهس تڪي به رهي هئي ۽ وارن ۾ آڱرين جي چرپر به جاري هئي.
"ڇو......؟" اڄ زال جو سرهو منهن ڏسي، ائين حيران ٿي ويو هو ڄڻ ڪا بنهه اڻ ٿيڻي، ٿي رهي هجي.
"ڇا ٿو ڏسين؟"
"اوچتي مٺيل منڊ" لهجي ۾ عرصي کان پوءِ شوخي ۽ اندر ئي اندر پنهنجي لهجي تي حيرانگي پڻ.
"ڏس اقبال! آخر هيئن ڪيئن هلندو رهندو؟ مان تنهنجي مجبوري به سمجهان ٿي. توکي پريشان ٿيندي به نه ٿي ڏسي سگهان. پنهنجون ننڍيون وڏيون گهرجون، ٻارن جو مستقبل، تون مون کي ڇو نه ٿو موڪل ڏين ته مان به هٿ پير هڻان، متان ڪٿان......"
"نه نسيم مون کي پنهنجي حصي جا ڌڪا کائڻ ڏي، ڪجهه نه ٿيو ته پوءِ پلي تون......"
"وري به ساڳيو ئي ضد، پلاجي به ڪمائڻ وارا هوندا ته وڌيڪ سک ڪو نه ملندو"
"ٻليءَ جي خواب ۾ ڇيڇڙا" دڪ مان منهن پٺ ڏانهن ڪري اکيون وجي پٺ تي ٽنگيل ڪئلينڊر ۾ کُتيون هئس، جنهن ۾ ڏنل تصوير ۾ وڻ تي ويٺل هڪ ڪانءُ جي وات ۾ ماني جو ٽُڪر هو ۽ سندس پر ۾ هيٺ مٿي ٽارين تي ويٺل ڏانهس تڪيندڙ انيڪ ڪانون جون کليل چهنبون.....
"خالي وات ئي وڃندا، ڪوڪيندا آهن، جنهن وات ۾ ٽڪر پئي، اهو ٽُڪر ڪري پوڻ جي ڀَو کان ڳالهائڻ ئي ڇڏي ڏيندو آ. زبان هوندي به گونگو ٿي ويندو آ"
جيئن ساٽس گڏجي امتحان ڏنل شاگردن، بيروزگارن جي قطار ۾ ويهڻ بدران سفارش ۽ ڏوڪڙن جي جهول جي عيوض نوڪري وٺي پنهنجا وات بندي ڇڏيا هئا ۽ هو انهن بکايل ڪانون جيان اجان پئي ڪوڪيو. ڪيڏو ڊوڙيو ڊڪيو هو، دوستن کي ايلاز ڪيا هئائين ته گڏجي احتجاج ڪريون. سفارش ۽ ڏوڪڙ جي جهول جي عيوض ملندڙ نوڪرين جي خلاف، هو خالي هٿن ۽ خالي کيسي تي اهو ئي ڪري پيو سگهي صرف. پر ڪنهن به سندس ساٿ نه ڏنو هو. ڪن سفارش ۽ ڏوڪڙن تي ورتل "ٽُڪر" سان پنهنجو وات بنديو هو ۽ جن وٽ اهي به ذريعا نه هئا، سي به اجا پئي رستن تي ڊگريون کنيو رليا.
"ڪاٿي پهچي وئين. پوءِ سياٽي مان وڃان رئيسن ڏي؟"
"نه - نه ڪا ضرورت ڪونهي، اجا مان مئو ڪونهيان" مچرجي پيو هو ڄڻ.

"ڀلي ڀوءِ ڀيا مرو ٻڪ" دل ۾ آيو هئس مُڪ هٽي ڀيٽ اندر ڀيل جيءَ کي اتي ئي ختم ڪري ڇڏي هن جهنم ۾ اڃي سڙڻ ٻرڻ ڪان.

صبح کان ئي ٿڌي ٿڌي هوا پئي گهلي. نومبر جو پڇاڙڪو هفتو هو. نسيم وهنجي سهنجي وهانءَ شاديءَ لاءِ رکيل هلڪو گلابي وڳو ڪيڍي پاتو هو.

مريم عينڪ جي شيشن مان اکيون مٿي ڪڙي حيرت مان ڏانهس ڏسي مرڪي پئي هئي.

"ڀلا ڀيو ڇا ڪري، غريب جي عياشي، پنهجي پڳل تتل پيتيءَ ۾ پيل هڪ آڌ نئين وڳي تائين"

سانجهي اڃي لڙي هئي. پر هُن جو اڃان ڪو اتو پتو ڪو نہ هو. نسيم در تائين وجي وري وري واپس ٿي آئي.

چنڊ بہ پوري وچ اگڻ تي ٻيٺو تہ اقبال بہ ڳوڻ هٿائي اندر گهڙيو. سامهون ئي ورانڊي جي در ۾ بيٺل نسيم کي مرڪندي ڏسي، سڄي ڏينهن جو ٿڪ لهي ويو هئس.

"ايڏي دير......؟!" هوءَ جيڪا ڪجهہ دير پهرين وياڪل وياڪل پئي هيڏانهن هوڏانهن ڦري. ويجهو ايندي مرڪندي، ماٺي سان چيو هئائينس

"تہ ڇٻو هاڻ وري انتظار ڪرڻ لڳي آن؟" پيار مان ڏانهس ڏسندي اڳتي وڌي ويو هو.

"ماني......؟"

"مٿي ڪٽي هل،مان امان وٽان ٿي اچان ٿو"

"مٿي ڇو؟".

"ڇو مٿي وڃڻ تي پابندي آ؟" ٽوڪ مان مرڪندي.

"ڇڱو سائين"

ٻئي ٻانهون ڪنڌ هيٺان ڏئي مٿي اڱڻ وچ ۾ پيل کٽ تي سڌو ليٽيو چنڊ کي تڪي رهيو هو. ڏاڪڻ ۾ نسيم جي پيرن جي آواز تي چنڊ مان اکيون ڪيڍي اوڏانهن ڏسڻ لڳو هو.

"واهہ سائين واهہ، واهہ جو وڳو پاتو ٿئي. اڄ ڀلا عيد تہ ڪونهي نہ؟" سارلهہ ڪندي مٿي کي جهٽڪو ڏئي ياد ڪندي ٿو چوي.

"ڪونهئي نہ ياد......؟ اڄ تہ مون لئہ عيد کان بہ وڌو ڏينهن آهي" نسيم سندس پير ۾ ويهي سندس سيني تي مٿو رکي نهايت پيار ۽ پابوهہ مان چيو هو.

"اڙي مون کان تہ وسري ويو يار تہ اڄ....." چرڪ ڀري اٿي اداڪاري ڪندي.

"ظاهر آهي، عورت جيسين محبوبا هوندي آ، تيسين مرد جي

ميموري ڪمپيوٽر ڪي مات ڏئي ويندي ا. محبوبا جو هر انگل، هر فرمائش. هر هڪ لفظ ياد هوندو اٿس. پر جڏهن اها ئي محبوبا زال ٿي وڃس ايندي آ ته مرد جو سچو حافظو هوا ٿي ويندو آ. پيو ته ٺهيو پر ڏانهس ڏسڻ به ڪو نه پڇندو اٿس“.

نسيم ڪي سنجيده ٿيندي ڏسي ٺهڪ ڏنو هئائين!

”يار، پلا اچوڪو ڏينهن مون ڪان وسري، ٿو سگهي!!؟“ هن پهراڻ جي پاسي واري کيسي ۾ هٿ وجهي اڌ ٽڙيل مکڙي ڪڍي هن آڏو وڌائي هئي.

”سچو ڏينهن رليو هئم ته ڪو ڪم ملي ته به ٿي پئسا ڪمائي تو لاءِ ڪو تحفو آڻيان، پر.....“

”جڏ انهي فضول خرچيءَ ڪي....“ چوندي ڪيڏو پنهنجو جملو نسيم ڪي پاڻ تي چٽر لڳو هو. اندر ۾ جڻ فضول خرچي - فضول خرچي جا پڙلاءَ وجڻ لڳا هئس.

”جتي خرچ لاءِ به ڏوڪڙ نه هجن، اتي فضول خرچ....!!“ سوچيندي گل هٿ ۾ ورتو هئائينس پر اڄ الائي ڇو کيس گل جي لمس ۾ ڪا ڪشش محسوس ڪو نه ٿي. هونءَ مکڙيءَ ۾ هٿ وجهندي ئي محسوس ٿيندو هئس، مکڙي نه پر ڄڻ اقبال جي دل آ، جيڪا سندس هلڪي ڇهاءَ سان ڌڪ-ڌڪ-ڌڪ ڪري ڌڙڪڻ ٿي لڳي. پر اڄ مکڙي ڌڙڪي نه ٿي، پر ڳالهايائين ٿي:

”ڇا گلن سان پيٽ پربو آ؟ ماڻتنهنجي روپ کي گهٽا ڏينهن سجائي رکندم؟ هڪ ڏينهن به نه. ڇا مان ان ڪٽي جو بدل ٿي ٿي سگهان؟ ڇا مان تنهنجي ٻارن جو آئيندو بڻجي ٿي سگهان؟! مان.... مان...... مان.......“

هن يڪدم گل ڪٽي ڪٽ جي ٻانهيءَ تي رکيو هو، ڄڻ گلاب جي مکڙي نه پر ڪنڊن جو جهڪنو هٿن ۾ اچي ويو هجيس.

”ڏس اقبال اچوڪي ڏينهن ئي اسان جي سندر سپنن جي شروعات ٿي هئي. اچوڪي ڏينهن ئي اسان پنهنجي نئين زندگيءَ جو آغاز ڪيو هو ۽ اڄ ساڳيو ئي ٢٧- نومبر آ. اڄ جي واسطي مون کي موڪل ڏي ته مان نوڪريءَ لاءِ هٿ پير هڻان. هيءُ اهو دور ته رهيو ڪونهي جو نوڪريءَ کي عيب سمجهيو وڃي. هر گهر ۾ نوڪري ڪندڙ عورتون آهن. پوءِ ڇا انهن جو ماحول خراب ٿي ويو آ، ڏس نه......

اڄ اقبال کي چڙ نه لڳي هئي پر ايڏو پيار آيو هئس نسيم تي جو دل ۾ آيو هئس ته کيس ٻانهن ۾ پري ڪنهن اهڙي ڪنڊ ۾ ڪٽي هليو وڃي، جتي دک ۽ پيڙا جو ڪو پاڇو به نه ڇهي ڪيس. سوچڻ لڳو هو ”ڪيڏو فرق آ ڪالهوڪي ۽ اچوڪي نسيم ۾. ڪيڏي لاپرواهه هوندي هئي. پيار به بي فڪريءَ سان ڪيو هئائين. ڪنهن به رنڊڪ رڪاوٽ جي پرواهه نه ڪندي سندس ساٿ ڏنو هئائين. پيار ۾ ڪيل دعويٰ ڏوري تي هٿ رکي پوري ڪئي هئائين. مائٽن جي مخالفت ڪري سڀ سک سهائي، منهنجي سچ محل جي

مهاراڻي ٻڌجي آئيّ هئي ۽ مان ڪجهه به نه ڪري سگهيو آهيان سندس لاءِ! ڇا ڏنو آ مان سندس کي. پوءِ به هُوءَ منهنجن دکن کي ورهائي ڪٽڻ ٿي چاهي.....!!!"

نسيم کي گهٽي پچ ڊڪ ڪرڻي ڪو نه پئي هئي. هي چار پيرا ماسس کي سفارش ٻڌائي (جنهن جو رئيس وٽ چڱو اثر رسوخ هو) رئيس وٽ وئي هئي ۽ جلد ئي ماستريءَ جو آرڊر اچي گهر و يني پڳو.

ان ڏينهن نسيم جيڏي خوش هئي، اقبال اوڏوئي . وسامي ويو هو، سندس آرڊر ڏسي. ائين ٿي لڳس ڄڻ هو اهڙو معذور هجي، جنهن جي ٻانهن کي ڪلهن کان اوچتو ڌڪ هڻي ڪنهن ڪٽي ڦٽو ڪيو هجي. ڪجهه به نه ڪري سگهڻ جي تراسائيءَ ۾ يا نوڪريءَ جي معاملي ۾ مرد جي عورت کان کاڌل شڪست جي ڏک ۾ سڄو ڏينهن ٻاهر گذاريو هئائين.

محبت ۾ ته نسيم کان ڪڏهوڪو شڪست کائي ويٺو هو، پر اها هار ڪيس جيت کان به مهان ڀاسي هئي ۽ اجوڪي هار.... جنهن کي هو ڪو نانءُ نه ٿي ڏئي سگهيو، جنهن اوچتو نسيم لاءِ سندس دل ۾ نفرت جي ننڍڙي چڻنگ ٻاري ڇڏي هئي.

جنهن ڏينهن کان نسيم اسڪول وڃڻ شروع ڪيو هو، اقبال ان ڏينهن کان ٻاهر نڪرڻ ئي ڄڻ ته ڇڏي ڏنو هو. جي نڪرندو هو ته ائين ڀاسندو هئس، ڄڻ هر ماڻهو ڪيس طنز مان ڏسي چوندو هجي:
"گيدي.... بي غيرت.... زال جي ڪمائيءَ تي هري ويو آ، پڙهايس پيڻ ته هاڻي سڄي عمر زال کارائيندس..."

اجايا پڙاڏا پيا ڪنن ۾ پوندا هئس. پوءِ گهر ۾ گهڙندي ئي رستي ۾ ايندڙ هر شئي کي لت هڻي پرتي اڇلي مٿس پنهنجي چڙ ڪيندو هو.

هڪ ڏينهن ته خار مان پنهنجي پرٽيڪيولرز وارو فائيل ئي وڃي ٻاهه ۾ وڌو هئائين. مريم ڊوڙندي اچي فائيل ته ڪڍيو هو،پر پنهنجا هٿ ساڙي وڌا هئائين.
"اهي رڳو سڪتا ڪاڳر هن پيڻ، سڙڻ ڏي انهن کي" سُڏڪندي پٽ تي ويهي رهيو هو.
"ها سڪتا ڪاڳرا آهن.... (ڏک ۽ طنز مان) جن کي تون رڳو خالي ڪاڳر ٿو سمجهين، انهن جي قيمت منهنجو هيءُ دک دکن تي پرندڙ وجود آ. منهنجو اڄو تي ويل مٿو ۽ اکين جي وڃايل جوت آ.... ها انهن جي ڪا حيثيت ڪانهي. ڪا قيمت ڪانهي، ڦاڙي ساڙي ڇڏين.... ساڙي ڇڏين" سُڏڪندي ٻاڻ به ساڻس گڏ ويهي رهي هئي. اهو ڪجهه جيڪو هن ڪڏهن به پنهنجي وات تي نه آندو هو، الائي ڪيئن اڄ سڀ ڪجهه چئي وئي هئي.

نسيم سان به هاڻ ڳالهه ڳالهه تي وڙهي پوندو هو. جي هوءَ ٿورو آواز وڏو ڪندي هئي ته "پنهنجي ڪمائيءَ جو رعب ٿي وجهين؟" چئي ڪيس چپ

ڪرائي ڇڏيندو هو ته ڪڏهن ذهن کي زوري جاڳنو ڪندي سوچيندو هو:
"مان هي سڀ ڇا پيو ڪيان، ڇو پيو ڪيان" هو جيڪو به ڪجهه ڪري ٿي، مون لاءِ، منهنجي گهر لاءِ، ٻارن لاءِ ئي ته ڪري ٿي.... شايد مان ڪانئس سڙان ٿو... پر نه ائين به ناهي،الائي ڇا هي منهنجي اندر ۾، مون کي سمجهه ۾ نٿو اچي. جي مان ڪيس ڪجهه ڏئي نه ٿو سگهان ته اهو ته نه ڪسيانس. جيڪو اسان ٻنهين جو ڪل سرمايو آ"
ان ڏينهن ڪيڏي پاڻ مان ڊانهنس ڏسندو هو، سڄي رات ماضيءَ جي ڳڙڪين مان جهاتيون پائيندڙ يادن جي سوجهري ۾ پيار ونڊيندي گهاريندا هئا. پر اها ڪيفيت به رڳو ٻه چار ڏينهن. پوءِ وري مڱي پيڙا، واندڪائيءَ جو نه ڪٽندڙ سلسلو. اخبارن ۾ اشتهار ڏسي، انٽرويو ڏئي ڏئي ايڏو ته ڇتو ٿي پيو هو جو هڪ دفعي ته ڪميشن جي امتحان ۾ پڇيل سوال جي جواب ۾ وڙهي ٻاهر نڪتو هو.هنن پڇيو هئس:
"دنيا ۾ گهڻا شيطان آهن؟"
"ٿي، هڪ اهو جيڪو درتيءَ تي اسان جي ڏکن ۽ ڏاڍن ڪاڻ جو تماشو ڏسي تاڙيون پيو وڄائي، ٻيو تون ۽ تيون اهو جيڪو منهنجي اندر ۾ آهيءَ هر هر مون کي مجبور پيو ڪري ته تو سميت تنهنجي هنن ڪوڙن ۽ دغاباز ساٿارين سميت هن دوکي ۽ فريب جي دڪان کي باهه ڏئي رک ڪري هليو وڃان"
بورڊ جي ميمبرن ۾ هڪ ملو به هو سو ته صفا مچرجي پيو هو ۽ ڌڪا ڏئي ڪيس ٻاهر ڪڍيو هئائون.
نسيم کي ڊليوري ليو تي گهر ۾ سڄو ڏينهن ڏسي اقبال جي دل چوندي هئي، بس ائين ئي گهر ۾ ويٺي رهي. هن وري فائيل ڪڇي نڪرڻ شروع ڪيو هو. سڄو ڏينهن رلي رلي جڏهن ناڪام ۽ نراس ٿي موٽندو هو، تڏهن نسيم هنج ۾ ننڍڙو ڪڪو ڪنيو پٽي سندس راهه تڪيندي هئي ۽ هو سندس ٿي پير ۾ اچي ٽڪ ڪان ساڻو ٿي ڪري پوندو هو. پر هن ٽڪ ۾ الائي ڪهڙو اطمينان اندر ئي اندر محسوس ڪرڻ لڳندو هو. نسيم جو ڪمزوريءَ کان سڪي ويل بنا رت جي هيڊو منهن، ڪارين وڏين اکين هيٺان پئجي ويل ناسي گهاءَ، خشڪ چپن تي پوءِ به مرڪ....! جنهن ۾ ممتا جو تقدس به هو ته امت پيار جون ريکائون به. اقبال جهري پوندو هو، سندس اهو روپ ڏسي:
"مان تو لاءِ ڪجهه نه ٿو ڪري سگهان؟!!!"
نسيم جي موڪل ختم ٿي وئي هئي. جنهن ڏينهن کان هن اسڪول وڃڻ شروع ڪيو هو، ان ڏينهن کان اقبال تي وري ساڳي ڪيفيت حاوي ٿي وئي هئي.
هاڻ نسيم جي وڃڻ پڄاڻان گهر ۾ ٻن ٻارن جو ٻيٺو احتجاج. مريم جي سلائي ته ٺپ بند ٿي وئي هئي. سڄو ڏينهن ماءُ ۽ ٻارن جي هالا ساريءَ ۾

وهامي ويندو هئس. هو به پيڻ جي حالت ڏسي، نسيم جي غير موجودگيءَ ۾ پارن کي سنڀالڻ لڳو هو، ڪيڏو تنگ ٿيندو هو. جڏهن ڇوڪرو روئڻ سبب بس نه ڪندو هو، تڏهن اچي ويندي هئس ياد نسيم جي چيل "بهبود آباديءَ" واري ڳالهه. جنهن کي پاڻ ئي جهليو هئائين، پنهنجي ڪوڙي ڊاڪٽري هلائيندي ته:

"انهن ڳالهين کي نه آڻ من ۾، اجايو وري پيٽيءَ گهپيهه ۾ پئجي ويندا سين، خبر ئي مصنوعي طريقي سان وقفي ڪرڻ سان صحت خراب ٿي ويندي آ، پوءِ پيٽا خرچ پيٽو ڏچوا"

پر هاڻي نسيم جي ڳالهه سؤ سيڪڙو صحيح لڳندي هئس ته وقفو ضرور آ. "الائي ڪيئن ٿيون مايون ڏهه ڏهه ٻار سنڀالين!!!"

ان ڏينهن ته ڇوڪري اهڙي ٻاري ڏنس جو پڪو پهه ڪيائين ته اچي ته چوانس تو "ڇڏ هاڻ نوڪري گهٽو ٿيو. مان تغاري کڻندم پر هن ڏوجهري کي پاڻ منهن ڏي!"

معاشرو ڪنهن به ماڻهوءَ جون مجبوريون دور ته ناهي ڪندو، ورندو سندس منفي رويي ماڻهوءَ جي پيرن ۾ مجبورين جا سنگهر وجهي ڇڏيا آهن. ڀلا هو اعليٰ تعليم يافته - سدائين امتحان ۾ پوزيشن کڻندڙ، ڪيئن تغاري کڻي، معاشري جي منهن تي ڪارنهن ملي ها!

"خبر ئي اج ڪهڙو ڏينهن آ؟" نسيم ڪٽ تي گوڏن ڀر ويهي هن جي ٻنهين هٿن کي پنهنجي هٿن ۾ مضبوطيءَ سان پڪڙيندي پڇيو هو. هو ان وقت ٻاهران نومبر جي ٿڌين هوائن ۾ به پگهرجي شُر تي اچي ويٺو هو.

"منهنجو ڏينهن ۽ تاريخن مان موه نڪري ويو آ" ٿڪاوٽ ۽ بيزاريءَ ۾ مليل جليل لهجو.

"ڀلا ڪئلينڊر ۾ ڏسي ٻڌاءِ رعايت ڏيندي.

لاشعوري طور ڪجهي ويل نظر ڪئلينڊر تي لڪيل ٢٧- تاريخ تي ۽ يڪدم هيٺ جهڪي ويل. وڏو ساهه کڻي، نسيم جي هٿن مان هٿ ڇڏائي ليٽي تو پوي ۽ هوءَ پر ۾ ويهي رئي سان سندس نرڙ تان پگهر تي اگهڻ لڳي.

"ايڏو پيار ڏئي چو مون کي بگاڙ يو ائٿي جو اڄ مان ڪنهن ڪم جو به نه رهيو آهيان!" اچل سان اٿي ٻاهر غسلخاني ۾ هليو ويو هو ۽ پنهنجي پگهريل منهن تي به ٽي ٻڪ پاڻيءَ جا وجهي جڻ ته اندر ۽ ٻاهرجي باهه کي ڪن پل لاءِ ناريو هئائين.

"هيءَ ڏس، مان تولاءِ وڳو وٺي سبرائي به ڇڏيو اٿم اجوڪي ڏينهن پائڻ لاءِ. مان به ساڳي رنگ جو ورتو آ. ٻئي گڏ پائينداسين" نسيم خاڪي پيڪيٽ وڏائي اقبال جي پر ۾ رکيو.

"ڪهڙي ضرورت هئي هن جي، پراڻن ڪپڙن ۾ نه ٿو وڻانءِ ڇا؟"

"ڳالهه مان ڳالهوڙو ڪرڻ ته تنهنجي عادت ٿي وئي آ، بس منهنجي دل چيو"

ماٺي سان چوندي وڏيڪ ويجهي ٿي ويهندي چيو هئائينس.
"اسان ماڻهن جون رڳو دليون ڌڙڪنديون رهن، اهو ئي غنيمت آ" طنزيہ مرڪ!
"پائيندي نہ؟"
"........" ڪجهہ بہ ڪو نہ ڪڇيو هئائين. پر ٿوري دير کان پوءِ اٿي وڃي وڳو پائي آيو هو. وڳي بائڻ سان لڳو هئس، چڻ هو سڄي جو سڄو اگهاڙو هجي ۽ ڪنهن سندس اگهاڙپ ني ترس کائي نہ پر پنهنجي شرم کان سندس جسم جي اوگهڙ تي ڪو اوڇڻ اڇلي ڪيس ڍڪيو هجي. هڪ لڱان دل ۾ آيو هئس غسلخاني ۾ موٽي وڃي لاهي، ساڳيا ميرا ڪپڙا پائي اچي. پر سندس سوچ کان اڳ ئي نسيم اچي ڪنڌ ۾ ٻانهون وڌيون هئس!
"ڪيڏو سندر پيو لڳين!"
لڳو هئس، نسيم ڪيس نہ پر وڳي کي چيو هجي.
نسيم نئون وڳو پايو هر هر پٺي اڱڻ ۾ ڦري، اقبال اجا ڪو نہ موٽيو هو. پيرن جي آواز تي وارن کي هٿن سان ٺاهيندي، اڳتي وڌي هئي. نراس منهن ۽ هيٺين وکن سان هو هلندو سڌو اندر هليو ويو هو. نسيم جون نظرون لاشعوري طرح سندس خالي هٿن ڏي کڄي ويون هيون چو تہ هن وڳي ۾ پاسي وارو کسيو نہ هو ۽ سامهون وارو کيسو حسبِ معمولي خالي هو.
هو اچي کٽ تي ساٺو ٿي ويٺو هو.
"ايڏي دير!؟" زوريءَ لهجي ۾ آندل شوخي
"..........."
انيڪ پل گذري ويا هئا، هن لفظ بہ نہ ڳالهايو. نسيم پاڻ ئي وڌي اچي پير ۾ ويٺي هئس:
"منهنجي امانت؟" هٿ جي تري سندس آڏو وڌائيندي هُجت ۽ محبت مان چيو هئائينس.
"اڄ شهر جي ڪنهن بہ باغ ۾ ڪا بہ مکڙي، ڪو بہ گل ڪو نہ ٽڙيو هو."

# نذرانو

پلنگ جي پيرانديءَ کان هيٺ ڏرتيءَ تي ويٺي بند مُٺ ۾ جهليل پاؤليءَ جي ڇهاءَ کي رکي - رکي محسوس ڪندي عجيب خوشي ۽ اطمينان تي محسوس ڪري.

"آئي شاني! ڪاڏي غرق ٿي وئينءَ - ڏيهان منهنجي ٽنگن مان پيون ٽاٽون اپرن، اچي ٻه مهٺا تہ ڏينمر"

"شانيءَ کي جملي جي کهرائپ کان وڌيڪ هٿ ۾ جهليل پاؤلي کهري لڳڻ لڳي هئي. جنهن کي لڪائڻ جا هنڌ ڪتي ويا هئا. ڪن پل ۾ هن پنهنجي اکين ۽ ذهن کي ڪمري جي محدود حدن اندر گهمايو پر ڪيس تڪڙ ۾ سمجهه ۾ نتي آيو تہ ڪتي رکي. اها پاؤلي جنهن لاءِ هن پنهنجي پتڪڙي من ۾ الائي ڪيڏين خواهشن کي ميڙي ڪني ڪيو هو. سا ڪيس جرڪندڙ ٽاندي جيان ٻاسڻ لڳي هئي سوچيو هئائين:

"رٻڙ جي گڏي وٺنديس. پر اها تہ پنجين روپئي ملندي آهي ۽ مون وٽ... نہ نہ اج مؤلڙءَ کان مائي واري ڪلفي وٺي ڪائيندمر"

ڪيڏي ربس ٿيندي هنس ٻارن کي مائي واري ڪلفي ڪائيندي ۽ ڪرندڙ ڪير جي ٽيپن کي ٻئي هٿ تان سرڪا ڏئي چٽيندي. ٻارن جي چپن تي لڳل ڪلفيءَ جي ڪير کي ڏسي پنهنجي خشڪ چپن تي ٿوٽ زبان ڦيري چپ چاپ اڳتي هلي ويندي هئي.

"پر ڪلفي تہ هڪڙي ڪن ۾ ئي ڪاچي ويندي. نہ تہ پڳڙن جو جهول وٺي پاندي ۾ لڪائي رکندمر. جنهن ويل بک لڳندي ٻہ ٽي - ٻہ ٽي ڪٽا ڪري ڪائيندمر. ڪن پاندارو وٺان...؟ ها ائين ڪندمر ٺڪر جو پاندارو وٺي پاندي ۾ ڳوڻ جي پنيان لڪائي رکندمر ۽ پوءِ اهڙيون پيون ٻہ پاؤليون ميڙي پنجين روپئي واري رٻڙ جي گڏي وٺندمر..."

گڏيءَ جو سوچي اکين ۾ جرڪڻ لڳا هنس مخمل ۽ بروڪيڊ جا اهي ننڍڙا ننڍڙا ٽڪرا جيڪي هن اڳواٽ ئي پنهنجي گڏيءَ لاءِ جيجي بختان جي سلائيءَ

واري ڪٽ هيٺان ڪسڪائي ورتا هئا. جيجي بختان ڪي اهي جرڪندڙ قيمتي ڪپڙا سبندي ڏسي هڪ لڳان پنهنجي جسم ۾ ڪا اڻ لکي سٽ محسوس ٿي هئس پر پوءِ ننڍڙا ٽڪرا ميڙي جڻ پنهنجي من جي خواهشن کي عملي جامو پهرائڻ لاءِ گڏيءَ جي بدن کي پهرڻ جو سوچي ٿڙي پئي هئي.... ۽ يڪدم ملول ٿي.

روز اڱڙيون ڏسي گڏي ونڻ جو چاهه من ۾ وڌي ويندو هئس. پر گڏي ونڻ لاءِ ته ڪوڙ ساريون پاؤليون گهرجن "الائي گهٽين پاؤلين مان پنج روپيا ٿيندا...؟"

اچوڪي پاؤلي سائين وڏي جي لٺل ميري پهراڻ مان اوچتو ڇٽڪي ڪٽ جي پائي پويان وڃي لکي هئي جا هن اک ۾ ڪري چڏي هئي ۽ سندن سامهون هيڏانهن هوڏانهن هٿوراڙيون هڻندي، "نه ٿي لڀي" چئي اٿي هئي ۽ پوءِ ان جي ٻاهر ويندي ئي موقعو وٺي، ڪسڪائي ڪٽي آئي هئي، سوچيندي سوچيندي اڃا وراندي جي در تائين پهتي ئي مس هئي جو جيجي ڪنوار جي سڏ تي ڇرڪي بيهي رهي هئي ۽ چپ چاپ هلندي اچي پلنگ جي پيرانديءَ ڪان ويهي رهي هئي.

"چوري، واڃ چو گودو ٿي وٺي اٿئي، پهرن ڪان پئي چوان ته زور ڏي ته ماٺ ڪيو پئي ٻڌين. مان چا رڳو مهاندي ڏسڻ لاءِ سڏيو ٿي مانءِ؟"

ڇرڪي پئي هئي ۽ هڪ هٿن سان جيجي ڪنوار جي ذري ڳهٽ سڄي پلنگ تي ڦهليل، اونڌي جسم جي مڻ - مڻ وزني ٽنگن کي مهٽڻ لڳي هئي.

"ٻيو هٿ ڪپي چڏيو اٿئي چا نياڳي! چَنُ چَنُ ڪرائي منهنجي ننڊ ئي ڦٽائي چڏيئي! ٻنهين هٿن سان ڏي"

رڙ ٻڌندي ئي هن هٿ جي گرميءَ ۾ گهميل پاؤلي ڪٽي وات ۾ وڌي هئي ۽ پنهنجو پکهريل ٻيو هٿ به جيجيءَ جي جبل جيڏي جسم جي لاهين چاڙهين تي گهمائڻ شروع ڪري ڏنو هو.

حويليءَ تي آئي کيس ٻيو سال هو پر ايڏن ڏينهن ۾ ڪنهن سندس ٻڙڪ به نه ٻُڌي هئي. يا ته هوندي هئي ڪم ۾ پوري، يا پنهنجو پاڻ، من ئي من ۾ الائي پئي ڪهڙا پور پچائيندي هئي، ايتري تائين جو جڏهن ڪجهه ڏينهن ڪانپوءِ ماٽس ساٽس ملڻ ايندي هئي. هوءَ ميلن جا پنڌ اُڪاري جڏهن اچي کيس ياڪر ۾ پريندي هئي ته هن جون ڏرتيءَ ڏانهن رخ ڪيل ٻانهون موٽ ۾ کيس ياڪر پائڻ لاءِ ورنديون ئي ڪين هيون. الائي چو کيس ماءُ جي پيار

ٻرمڪاري ۽ فريب کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نظر ڪين ايندوهو. شروع شروع ۾ هن ڏٺو هو ته ماٺس ٻين کان اک بچائي رئي جي پلئه سان لڙڪ به اگهندي هئي. جهڄندي رهندي هئي پنهنجي مُنهن! ماءُ کي ائين جهڄندو، رئندو ڏسي پاڻ تيئن مضبوط ۽ ڪٺور ٿي ويندي هئي. اهڙي بي رخائي ڏيکاريندي هئي. جهڙي ڪيس حويليءَ حوالي ڪرڻ وقت ماٺس ڏيکاري هئي. ٻاءُ جمڻ تي جڏهن باهر پٽس ونڻ آيو هئس ۽ سڏائي سڏائي ٿڪو هئس ساڻ وٺي هلڻ لئه پر هن اهڙي ته ڌُهي هئين هئي جو سيني کي حيرت وٺي وئي هئي. سيني چيو هئس ته "وڃ ٻاءُ ڏسي پوءِ واپس موٽي اچجانءِ" اهو ٻاءُ جنهن جي اچڻ لئه/جمڻ لئه هن جهوليون جهلي دعائون گهريون هيون. هيءَ ٻيڻرن ۾ ٽيون نمبر هئي. ماٺس پٽس کي ڪيڏي سڪ هئي پٽ جي ! روز درگاهه ۽ حويليءَ تي اچي دعائون پنندا هئا. هيءَ به پنهنجي پتڪڙن هٿن سان درگاهه جي چانئٺ ڇهي، دعائون گهرندي هئي ۽ جڏهن پنجين سال پڳي هئي ته ماٺس جا پير هڪ دفعو وري ڳرا ٿيا هئا. مائي جڻ ته چري ٿي پئي هئي. سڄو ڏينهن هڪ جيجيءَ جا پير چڏي ٻيءَ جا پڪڙيندي هئي ته "دعا ڪيوم ته پٽ ڄمي"
"ائي مائي ابوجهه آن ڪا، تڪڙ پٽ جي ٿي دعا گهرين! هيل ته دعا گهر ته ڌيءُ ڄمي پوءِ چئن ڪانپوءِ الله پٽ ڏيندئي!"
"نه جيجان اها دعا نه ڪيو، وائي وات مان سوائي ڪڍو! هيل رب جي در دعاگو ٿيو ته مون کي پٽ ڏئي. حياتيءَ تي کهڙو ڀروسو. هن ڌيئن جي ڏڻ جو ڏنار وٺي ڏيوم"
"مائي ڪتي! صفا ڪا چري آهين، خبر ڪين اٿئي ته تڪڙ بچندا ڪينهن!"
"جيجي ساٺ ڪنديمانس"
"۽ جي پوءِ به.....!" جڻ الله جو قانون ٿي پاڻ سنڀالي ورتو هجين.
"نه جيجان...." مائي ڪتيءَ جا چرڪي، هٿ جيجيءَ جي ٽنگن ۾ ٿهائين مضبوط ٿي ويا هئا.
"پوءِ هيئن ڪرنين!"
"حڪم سائنڻ"
"هڪ ڌيءُ درگاهه تي ٻيٺا ڏئي ڇڏ، پوءِ تو وٽ بچنديون ٻه، پوءِ ائين سمجهجان ته الله توکي ٻن تان پٽ ڏنو آهي. منهنجي دل چوي ٿي، پٽ ڄمندئي ٻه، صدورو به ٿيندئي ۽ وڏي ڄمار به ماڻيندئي!"
"آمين.... پر سائنڻ..." پٽ جو نانءُ ٻُڌي، خوش به ٿي هئي پر ڌيءُ جي ٻيٺا

ڪيس سوچ ۾ وجهي ڇڏيو هو.

”پر ڇا... اسان وٽ هوندي ته توڪان وڌيڪ سڪيو تڪر ڪائيندي. هيءَ هيڏين ٻانهين سان جو حويلي پري پئي آ. اهي به ته ڪنهن جون ڇايون آهن نا هونءَ به گتي تنهنجي آ، نذرانو ته اسان به لهڻو نه. پيو ته پٽن لئه ته هونءَ به ڏيٺر قربان ڪبيون آهن. وڏي تي بَدلي ۾ ڏئي پُٽ ڪو نه پرڻائيندينءَ، هيئن به ڏيٺي، هونئن به ڏيٺي! پر جي پٽ ئي نه هوندو ته....“

”نه جيجان..... ائين نه چئه. هڪ پٽ تان ته مان هڪ ڇا ٽئي ڏيٺر قربان ڪري ڇڏيان. مون پاران ته هيءُ آئي توهان ڪي، باقي وري به ٻاهران پٽس ڪان پڇي پڪ ڪيان!“

ماڻس جي ٻاهر ويندي ئي هوءَ ٽماٽا نيڻ در ۾ وجهي سندس واٽ تڪڻ لڳي هئي ته پٽس ته ڪيس ڇڏيندو ئي ڪين. هو ماڻس ڪي دٻ ڏئي ڪيس ونڻ لاءِ موڪليندو پر سچ به لهي وجي سانجهيءَ جي هنج ۾ ستو هو ۽ هوءَ اڃا تائين اها هنج ڳوليندي رهي هئي. جنهن ڪانسواءِ ڪيس ننڊ ئي نه ايندي هئي.

هڪڙو ڏينهن، ٻيو، ٽيون، چوٿون.... ڪندن ۾ لڪندي لڪندي نيٺ پاڻ به اچي پاڻ جهڙين ٻين ٻانهين جي قطار ۾ بيٺي هئي ۽ ڪجهه عرصي ڪانپوءِ جڏهن پٽس، ٻاءُ ڄمڻ جي خوشخبري ٻُڌائي ڪيس پاڻ سان ڪجهه ڏينهن لاءِ وٺي وڃڻ لاءِ آيو ته ”ٻاءُ“ لفظ ڄڻ هن جي جسم تي ٽهڪندڙ تيل هاري ڇڏيو هو. اهو ٻاءُ جنهن لاءِ هن جي ننڍڙي وجود ڪي ”داءَ“ تي لڳايو ويو هو. پيار، محبت، شفقت، رشتہ، ناتا، انگل ۽ ماٽا ڪانئس ڪسيا ويا هئا. هوءَ جيڪا پيءُ جي هنج تان لهندي ئي ڪو نه هئي تنهن ڪي ائين اوچتو ئي اوچتو ڪنيڙ ڪان وٺي ڪيئن ڪهرن، ڳرن پيرن هيٺان چيپاڻجڻ لاءِ اڇلايو ويو هو. ڪڏهن ڪڏهن جڏهن تانگهه وڏي ويندي هئس ته سڀ ڪجهه وساري چوندي هئي، جيڪر پَرَ ڪري اڏري وڃي پيئرن ڏي، پيءُ ڏي، ماءُ ڏي ۽ جڏهن من ڪي مانو ڪرڻ لاءِ ڳوڙها اندران نڪري ٻاهر سندس مک جي اداسي به ڏوئي ويندا هئا ته پوءِ سڀ ناراضگيون ياد اچي ويندبون هئس. پيءُ ماءُ جو سوچي ڪا اڻ لکي نفرت اکين ۾ پرجي ويندي هئس.

ماڻس ڪي جڏهن به مهينن پڄاڻان ايندي ڏسندي هئي تڏهن پهربن ست ۾ دل چوندي هئس وڃي پاٻوهه مان پاڪر وجهيس پر ننڍڙي عمر ۾ ئي پاڻ تي ضبط ڪرڻ سکي وئي هئي ۽ پاڪر جي سوچ ڪي دٻائي ڪنهن نه ڪنهن ڪم جو بهانو ڪري، ڳم ٿي ويندي هئي.

هوءَ ٻئي ڪم جي قابل ته هئي ڪو نه بس سڄو ڏينهن هڪ جيجيءَ جي ڪڏهن نه لهندڙ تنگن مان ٽڪ لاهڻ جي ناڪام ڪوشش ڪندي ڪندي وري ٻيءَ جي سڏ تي اوڏانهن ڀڄندي هئي، نه هوندو هئس ڪاڏي جو هوش نه پيتي جو. نه ئي ڪو سار ڪري ڪانئس پڇندو هو ته "ڪي ان ڪٽا پيٽ ۾ وڌا به اٿئي يا ائين هانءَ خاليءَ سان پريل جسمن جا پئي ازلي ٽڪ لاهين؟"

۽ جڏهن ڪو ٻچو سچو ٽڪر نظر اچي ويندو هئس ته ڪنڌ پاسو ڏئي وڃي ڪائي ايندي هئي. هيڄ ته مري ويئي هئس، مڙئي جسم جي مشينريءَ کي متحرڪ رکڻ لاءِ هانءُ سٽيو ڪري ايندي هئي.

پئسا ته ڪنا ڪري ڪين سگهي هئي، ڪڏهن ڪٿان آنو، ٻه آنا ملندا هئس يا اڙيا ٿڙيا ليندا هئس ته من ۾ لڪل خواهشن کي الائي ڪيئن خبر پئجي ويندي هئي ۽ پوءِ لڏو لاهي اچي سامهون قطار ڪري بيهنديون هئس. ڪلفيءَ جي خواهش، ڏٻين ۾ بند ملائيءَ جي خواهش، ٽافين، ڪٽمنن جي خواهش ته ڪڏهن ڪانيءَ تي لڳل سُرخي ۽ ٻنا والين جي خالي ڪنن ۾ پائڻ لاءِ ننڍڙين رولڊ گولڊ والين جي خواهش، پر انهن سڀني جي ليڊر خواهش گڏيءَ جي خواهش. سورتيءَ ۾لڳل ربڙ جي گڏي ڏسي وات ۾ پاڻي ۽ اکين ۾ چمڪ اچي ويندي هئس. ۽ جڏهن "ٻين آني" "پُڪن" جي ڍير مان پڪو ڪٽندي هئي ۽ اکيون پوري بسم الله پڙهندي پڙهندي جڏهن کوليندي هئي ۽ خالي پنو ڏسندي هئي ته هڪدم سڀني خواهشن جو موت اچي ويندو هو، پوءِ وٽس رهجي ويندو هو چڙو پڇتاءُ ته اهي ٻه آنا به جيڪر پانڌاري ۾ وجهان ها.....!

گڏي وٺي ته نه سگهي هئي پر هڪ ڏينهن ڪنهن ڪم سانگي گهٽيءَ مان لنگهندي گهٽي جي ڇيڙي تي سائي لوهي ڊر جي پاسي، گند جي ڍير تي ڪيس ننڍڙي انساني منديءَ نما ڪا شئي نظر آئي هئي. هيڏانهن هوڏانهن ڏسي يڪدم ڪٽي جو هٿ ۾ ڪنئي هٿائين ته سندس خوشيءَ جي حد ئي نه هئي. واڇون ازخود ٽڙي ويون هئس. ٻنان تنگن ۽ ٻانهن جي ربڙ جي گڏي هن جي سپڻ جي سا پيا ٻڄي آئي هئي. مٿس لڳل مٽي ڇنڊي، ڪيس نلڪي تان وهنجاري، جڏهن ڏنو هٿائينس ته گڏيءَ جي نڪري آيل سونهن ڏسي پاڻ به حيران ٿي وئي هئي. پر جڏهن سندس پڳل ٽنگن ٻانهن تي نظر پئي هئس ته دک جي هڪ ٽاٽ اپري آئي هئس من ۾. ائين ٿي لڳس ڄڻ اها ربڙ جي گڏي نه پر هوءَ پاڻ هجي.

هاڻ هڪڙي عجيب خوشي ۽ انتظار جي ڪيفيت هوندي هئس من ۾.
راتين جون راتيون. "زورن" تي جهوٽا ڪائيندي به ٽڪبي ڪين هئي ۽ جنهن
مهل به اک بچائي ٽرڪي وڃي پاڻدي ۾ ويهندي هئي ته پوءِ گڏي هوندي هئي
۽ پاڻ. ربڙ جي بي جان گڏيءَ ۾ هن سڀ رشتا ڳولهي لڌا هئا. هوءَ سندس
ماءُ به هئي ته ڀيڻ به. ساهيڙي به هئي ته همراز به. جڏهن به ڪا ڇڙٻ ملندي
هئس جڏهن به ڪا محرومي من مان منهن ڪڍي ٻيهندي هئس ته وڃي گڏيءَ
سان سور سليندي هئي. ڪيس من جون وارتائون ٻڌائي پاڻ شانت ٿي ويندي
هئي. جڻ بنا هٿن جي گڏيءَ سندس مٿي تي شفقت ڀريو هٿ ڦيري ڪا ڀرپور
تسلي ڏني هجيس.
ان ڏينهن، جڏهن "سائين ملهار" جي ڪتي لاءِ مصريءَ جي ٻسري پچائي
ڏانهنس لاندي ۾ ڪٽي وئي هئي تڏهن ڪيس لڳو هوڪتي ڪان وڏيڪ هيبت
ناڪ اکيون سائين ملهار جون هجن. جيڪي سندس سيڪيڙي جسم، جيڪو
بنا ربج جي ڪنهن جهنگلي ٻوٽي جيان اسري ويو هو، جو طواف ڪرڻ لڳيون
هيون. هن کي همت نه ٿي هئي ته وڃي ٻسري واري ٿالهي ڪيس هٿ ۾ ڏني
ها. الائي ڇو ڪيس لڳي پيو، سائين ملهار جي غير متحرڪ هٿن ۾ ڪا
ڏڪڻي هئي. اهڙي ڏڪڻي جا ڪيس ڏانهنس ڇڪڻ لاءِ آتي هجي. ڪيس لڳو
سائين ملهار جون اکيون، هٿ، سڄو وجود ڳالهائي رهيو هو. ڪجهه چئي
رهيو هو. هوءَ ٿالهي اتي هيٺ ڌرتيءَ تي رکي، پوبان پير ڪري وڃي پاڻدي ۾
لڪي هئي. جيڪا سندس واحد جاءِ پناهه هئي. خوف ۽ دهشت ڪان سڄو
جسم ڪنبڻ لڳو هئس. هوءَ ڏکي به رهي هئي ۽ ٻاهران ڏانهنس وڌندڙ قدمن
جي آواز ڏي ڪنائي به رهي هئي ۽ درگاهه جي ڏٺيءَ کي ٻاڏائي به رهي هئي.
اهو درگاهه جو ڏٺي، جنهن هڪ دفعو ته سندس دعا کي سراب ۾ بدلائي
ڇڏيو هو، پر اڄ شايد مٿس مهربان ٿيو هو، پيرن جا آواز ويجها ايندي ايندي
ڪجهه اڳتي وڌي بيهي رهيا هئا.
"ڪاڏي وئي ڪميٽي.....؟
"ڪير سائين! صدقو وڃانءِ ڪير...؟" سامهون ڏوتل ڪپڙن جي بالٽي ڪنيو
سيني جي سينيئر ٻانهين "حوا" سائين ملهار کي ٻاهه ٿيندي، تڪڙو ايندي
ڏسي خوشامدي لهجي ۾ پڇيو
"ڪاڏي ويندي....؟" هو ڪيس جواب ڏيڻ بنا پنهنجي منهن چوندو هڪ دفعو
هيڏي هوڏي ڇڙ ۽ حقارت مان نهاريندو اندر هليو ويو هو. ان ڏينهن ڪانپوءِ

”شاني“ ڪي پنهنجي وجود مان وحشت ٿيڻ لڳي هئي. ڪيس پنهنجو ئي جسم اوپرو لڳڻ لڳو هو. جنهن تي هر پونڊڙ ميري نظر، ڪيس ڪپڙن جي انيڪ تهن هوندي بہ اگهاڙو ڪري ڇڏيندي هئي. موٽ ۾ پنهنجو پاڻ ڪي نندڻ لڳندي هئي تہ ”شايد مون ۾ ئي اهڙي ڪا غلاظت پيدا ٿي پئي آ، جو هر پونڊڙ نظر ميري ٿيو ٿي وڃي! ڪو بہ تہ ڪو نہ هو جنهن ڪان پنهنجي جسماني تبديلين جو ڪارڻ پڇي ها! هاڻ تہ چڙ مان گُڏيءَ ڪي بہ ڪري فرش تي اڇليندي هئي، جا ڪيس ڪنهن بہ مسئلي جو حل ڏسڻ ڪان جو قاصر هوندي هئي. هيسيل هيسيل تہ هوءَ بہ هوندي هئي پر هاڻ ڪو اڻ لکو خوف ڪيس هر وقت ورايون وينو هوندو هو. ڏينهن رات سالن جي پراڻي ڪاري ٿي ويل لوئي پاڻ ڪي ويڙهيو وتندي هئي.

”ڇوري! هيڏي هاڙهہ جي ڪاڙهي ۾ بہ تون اها ڇوڙو ٿي ويل لوئي نہ ٿي لاهين!“ ڪا ٽوڪنيدي هئس تہ هوءَ لوئي ڪي وڌيڪ ويڙهي سيڙهي ڪري سوگهو ڪندي هئي. ڄڻ ڪو زوريءَ ڇڪي لاهيس ها. پر هن جي لاشعور ۾ وينل ڊپ اجايو بہ ڪو نہ هو. بُسريءَ جي ڳالهہ تان سائين ملهار تہ ساڻس ڪُني وير وڌو هو. جيڪو بہ وقت هو گهر ۾ هوندو هو، هن جو هلڻ گهمڻ ئي محال ٿي ويندو هو. هاسيڪار ڪو ڪم ڪدي ٻين سان وڃي گڏبي هئي. اڪيلي ۾ پائيندي هئي ڄڻ ڪو ڪيس ”باز“ جيان سَٽَ ڏئي ڪنيي ڪٽي ويندو.

ان ڏينهن جيئن ئي پاٽيءَ جي بالٽيءَ ۾ پوچي وجهي نپوڙبائين ٿي، سندس ٻئي هٿ تہ ڪپڙي ۾ سوگها هئا. اوچتو هڪ ئي سٽ ۾ ڇڪجي لٽل پنهنجي لوئيءَ ڪي جهلي نہ سگهي هئي. ڪپڙي مان هٿ ڪدي ٻئي ٻانهون ڪري اُمالڪ ڳچي ڏانهن ورايون هئائين. ائين ٿي لڳس نہ فقط لوئي پر سندس جسم تان سٽ ڏئي ڪنهن ڪپڙا بہ ڇڪي ورتا هجن. هوءَ هيسيل هرڻيءَ جيان فرش تي ڪربل هئي ۽ سندس ميري لوئي جا پاڪ حويلي تہ ڇا هر شئي ڪان پوتر پاسندي هئي ۽ سندس پناهہ هئي سا وڃي سائين ملهار جي هٿن ۾ سوگهي ٿي هئي ۽ هو پاڻ ڏانهنس شيطاني ۽ فاتحانا گهور سان نهاري رهيو هو. ڪن ۾ ئي وڏي جيجيءَ ڪي اندر ايندي ڏسي، حوصلو وڌي ويو هئس ۽ جهٽ ڏئي ٻاهر در ڏانهن ڀڳي هئي ۽ ٻنان لوئيءَ جي پڌر ۾ وڃي تماشي بنجڻ ڪان اتي ئي ورانڊي جي ٿُلهہ جي سهاري ٻيهي رهي هئي هن جا حواس تہ هوءَ ئي خطا ٿي ويا هئا پر جڏهن جيجيءَ جا لفظ ڪنن تي پيس جيڪا بجاءِ دڙڪن جي ڪيس پيار مان سمجهائي رهي هئي.

”ڪجهه تہ صبر ڪيو. الائي توهان مردن کي خدا ڪهڙي ڪوسي مٽيءَ مان خلقيو آهي، چوري رڳو ڏسڻ ۾ وڏي وڻ ٿي وئي آ، بہ چار مهينا صبر ڪر پوءِ ڪنهن خليفي جي نڪاح پڙهي ڪري تنهنجو ٻلو ڪري ونندم، هيئن تہ پوندو ڳلا جو ڳهاڳهہ ٻچيءَ ۾ تہ نينگرو اجا آني مان ڦٽو ٿي ناهي ۽ ڪم ڏسوس!“

ڪيس ڏرتي ۽ آسمان ڪنهن چوڏيل جيان هيٺ مٿي ٿيندا گول گول ڦرندا نظر آيا هئا. هوءَ جيجيءَ جي لفظن جو مفهوم نہ سمجهندي بہ اهو ضرور سمجهي وئي هئي تہ جيجيءَ سندس حق ۾ لفظ بہ نہ ڳالهايو هو. ائين ٿي پاسيس جڻ سندس ٽنگن ۾ سَتُ نہ هجي يا پيرن هينان ڌرتي ٿي پنهنجو ست وڃائي هيٺ هيٺ هيٺ پاتال ۾ پيهندي ٿي وئي.

جيجيءَ اچلي پري ڪان ٿي لوئي سند ن منهن تي هنئين هئي. منهن تان لوئي هٽايائين تہ سامهون هو ڏند ڪڍندو ڏندو، ٻاهر هليو ويو هو ۽ شانيءَ جي لڙڪن جي بند ۾ جڻ تہ ڳهارو پئجي و هو.

ان ڏينهن صبح کان ئي ڪڪرن آسمان تي اچي ديرو ڄمايو هو. سج بہ رڪي - رڪي ڌرتيءَ جو مک پسڻ لاءِ ڳهٽون هٽي جهاتيون پاتيون پئي پر ڪڪرن بہ اهڙي پاڻ ۾ ٻڌي ڪئي هئي جو هڪڙن پنهنجي جاءِ ڇڏي ئي ڪين ٿي جو مٿان ٻيا لُر ڪندا پڄندا ٿي آيا.

”ادي پورب پريو پيو اچي، چاڻ اُنوا!“

”ائي مينهن تہ نہ وسي، هٽي چڳدا ڪري ڇڏيندو، ڳهٽ ۽ ماڪڙ الڳ! بس ائين ٿي ڪڪر ڇانو ڪيون بيٺا رهن. هن ڳهٽ ۽ ڪاڙهي ۾ بدن تي ٻي ڪل ٺهندي پئي وڃي، آرائين جي“

”تڏهن تہ چوان ٿي تہ ڪجهہ وسي تہ نارو ٿئي!“

”ها وسندو تہ توهان ٻنهين ڪان مَوڪل وٺڻ ايندو! ڪي ڳجي ڳجي بہ ٿري ويندا آهن ۽ ڪي ريُ ڳجيا ئي وسي پوندا آهن. اجايو پيون پنهنجي بوليو“

ڪنهن ڪهڙي ڳالهہ ٿي ڪئي، ڪنهن ڪهڙي، ٻانهين جي هيٺئين ڪچي اڱڻ تي ٻن پهرن جي ويل، جنهن کي ڪڪرن سانجهيءَ ٽاٽو ٻٽائي ڇڏيو هو. اچي سيئي ٻانهيون ڪٺيون ٿيون هيون. واندڪائيءَ جي ويل، جيجيون سڀ آرامي هيون ۽ هنن اچي پاڻ ۾ منڊلي مچائي هئي پر هن پريان نم جي هينان اڪيلي ويٺي ويٺي الائي ڪهڙا پٽي من ئي من ۾ پور پچايا. هفتو ڪن اڳ پيٽس جي شادي هئي ۽ ماٽس ايلاز ڪري نيٺ راضي ڪري ساڻ وٺي وئي

هئس ڀهريون تہ جيجين بہ ڪم جو ٻهانو ڪري روڪيس پر ماٹس جي پڪ ڏيارڻ تي تہ "ٻن ڏينهن پڇاڻان پڇائي وينديس" تہ لاچار ڇڏيو هُيَنس

جڏهن کان پنهنجي وطن کان جلاوطن ڪئي وئي هئي، پنهنجي ان گهر، ان ڌرتيءَ کان جتي هن زندگيءَ جو ڀهريون ساهہ کنيو هو. هن سندر دنيا جي ڀهرين جهلڪ پسي هئي. جنهن کي زماني هن لاءِ ڪوجهو بنائي ڇڏيو هو ۽ جنهن اڱڻ تي هن پنهنجا پشم جهڙا پدمڙا پير ڀهريون دفعو رکيا هئا. ان گهر کان ٻي گهر ڪيو ويو هو، هيءُ سندس ٽيون دفعو اوڏانهن وڃڻ هو.

اڳ جڏهن وئي هئي تہ نندي بہ هئي ۽ رنل رنل بہ. هڪ رات رهي پاڻ ئي واپس وڃڻ لاءِ چيو هئائين، هن جي حصي جي پيار تي بہ ننڍڙي ياٹس "مريد" ڏيرو ڄمائي ورتو هو. هوءَ اتي هئي تہ ڇا نہ هئي تہ ڇا؟ ڪنهن کي ڪا پرواهہ ئي ڪو نہ هئي هر ڪنهن جو نور نظر تہ هاڻ مريد هو ۽ ائين هن کي اهو گهر، اهي ئي ماڻهو جن سان سندس رت جو سُٻنڌ هئڻ جو شڪ من ۾ گهر ڪري ويو هئس. سڀ اوپرا اوپرا لڳا هئس ائين لڳو هئس ڄڻ ڌرتيءَ سان گڏ در و ديوار بہ کيس اڇليندا هجن پر هيل الائي ڇو دل چاهيو هئس جيڪر ڪڏهن بہ واپس حويليءَ تي موٽي نہ وڃي. پيئرن کي پنهنجي گهر ۾ هلندي گهمندي هر شئي تي هجت رکندي ڏسي هن جون محروميون زوريءَ اندران ٻاهر جهاتيون پائڻ لڳيون هيون ۽ جڏهن پيٹس جي جڃ گهر ۾ داخل ٿي هئي. وڏي پيٹس تہ پنهنجي ٻارن جي روڄ راڙي ۽ ڪاراٹڻ پيارڻ ۾ پوري هئي تڏهن ساليءَ جي حيثيت ۾ گهوٽيٹن سان سڀ رسمون کيس ئي ڪرڻيون پيون هيون. پاڻ کي تہ ڄاڻ ڪو نہ هئس پر ٻين جي چئي پنيان ڪندي، چرچا ڀوڳ ڪندي ۽ سهندي عجيب خوشي ۽ اطمينان ٿي محسوس ٿيس. سندس اندر مان اٿندڙ اُڌمن کي ٻيو ڪو بہ محسوس نہ ٿي ڪري سگهيو. هوءَ رڳو ان بي يقينيءَ مان پاڻ کي ڪڍڻ جي ڪوشش ڪندي رهي هئي تہ "ڇا منهنجو بہ ڪنهن سان ڪو سڱ آهي – ڪو رت جو رشتو آهي!!؟؟"

جڏهن لائن جي رسم تي مرد اندر آيا هئا، تڏهن پيٹس جي نندي ڏير، جنهن لاءِ ڪنهن ٻُڌايو هئس تہ سوٹ اٿئي، جي نيٹن ۾ هن جا لاٽ ٻرندي ڏٺي هئي ڪڏهن بہ ڪنهن مرد جي اک ۾ نہ ڏٺي هئائين. ڪيڏي نہ ٿڌي ۽ مو ۾پيهي ويندڙ روشني هئي، انهن نيٹن جي. جن ۾ ڪا اڻ لکي وارتا هئي جـ هن ڪڏهن نہ ٻُڌي هجي. پنهنجائپ وارو اهڙو نيـاپو جيڪو هوءَ ٻنان ڪنهن جي سمجهاڻ جي سمجهي وئي هئي. اڄ تائين جيڪا پاڻ کي بہ نہ سمجهہ

سگهي هئي. زندگيءَ جي اونڌين سڌين ريتن رواجن کي نه سمجهي سگهي هئي. ڪنهن به سگ جي نه خبر هئس نه پرک، پر هن هڪ ڪن ۾ اهو کهڙو رشتو هو، ڪهڙو سُبنڌ هو، جنهن اکين رستي، دلين کي ڪنهن اڻٽ رسيءَ سان ڳنڍي ڇڏيو هو. ڪن پل ۾ ئي کيس محسوس ٿيو هو ته انهن پري کان تجلا ڏيندڙ نيڻن سان هن جو ڪوئي ازلي ، اڻٽ رشتو آهي جيڪو ڪنهن ناءُ جو محتاج ناهي هوندو.

هر گهور جي پنهنجي ٻولي هوندي آهي اهڙا نيڻ ته هن سڄي حياتيءَ ۾ نه ڏٺا هئا. هوءَ ٻالڪي سمجهائي نه سگهي هئي ته هِن گهر ۽ هُن گهر ۾ ڇا جو فرق هو؟ هڪ گهور جنهن سندس سندر، سون جهڙي جسم کي جسم کان وينديءَ روح تائين تپيل سنگين سان ڏنپيو هو، جنهن جي هڪڙي ئي ڇهاءَ کيس پل اُپل ۾ الف اگهاڙو ڪري ڇڏيو هو ۽ ٻي هيءَ گهور... جنهن هن لاءِ قدم قدم تي آب زم زم جا چشمه ناهي ڇڏيا هئا. جن جو پوندڙ ڇڙو هڪڙو ڦڙوئي کيس پوترتا بخشي ويو هو.

جڏهن کان ڳوناان موٽي هئي. ڪنهن به ڪم ۾ دل نه پئي لڳس. چاهي پئي ڊوڙي وڃي. جيڪر ماءُ جي پيرن ۾پوي، پيءُ جي آڏو ٻانهون ٻڌي نيزاريون ڪري، ياءُ جنهن جي ايڏي عمر نه هوندي به هر ڳالهه مڃي ويندي هئي کي منٿون ڪري ته کيس پنهنجي گهر ۾ پناهه ڏين. کيس وري ٻاهه جي راهه ۾ نه اڇليو وڃي. هاڻ ته وسري ويو هئس ته کيس ساڻس ڪا ناراضگي آهي. ڪو دک آهي، غصو آهي، هن ته من ئي من ۾ سڄي عمر سندن ٻيلپي ڏيڻ جو ارادو ڪري ڇڏيو هو. بس ڪو کيس ان راهه مان مڪتي ڏياري! رکي – رکي جڏهن "هو نيڻ" چو ڏسا کان ڏانهنس گهيرو ڪري ٿي آيا ته هوءَ ان هڪ گهُور جي عيوض محبت ڀري انهي هڪڙي مرڪ جي خاطر جيون هارائڻ لئه تيار ٿي بيني هئي. هاڻ ته سندس ويران، رڃ وسائيندڙ نيڻن به الاتي ڪٿان ڪٿان کان پنڪي آيل سپنن کي ويهاري ڇڏيو هو. جن جو عڪس جاڳيل/ ڪليل نيڻن مان به ليئا پائڻ لڳو هو، هٽن جي اڇين لسين ترين مان، جن تي سندس منجهيل تقدير جيان منجهيل سٽ جهڙين ريکائن جي ڪجهه به نه هو. ميڻديءَ جو واس ٿي آيو. ائين ٿي لڳس جڻ ڪو موتئي جي مٺس ورڪا پيو ڪري هر وقت پنهنجو پاڻ ميڻديءَ ۽ موتئي جي سڳند ۾ واسيل ٿي ڀاسيس ۽ جڏهن ٻن مهينن پڄاڻان ماڻس کي در مان اندر ايندي ڏٺو هٺائين ته ڀهڪي پئي هئي. ڪپڙن ۾ ئي نه ٿي ماپي. ائين ٿي ڀاسيس جڻ اڄ سندس سنگهرن ۾ جڪڙيل وجود جي مڪتيءَ جو ڏينهن اچي ويو هجي. اها ئي ماءُ جنهن

ڪيس پنهنجي هٿن سان هن دوزخ جي اڙاهہ ۾ اڇليو هو. اڄ سندس لئہ جنت جي بشارت ڪٿي آئي هجي. ايڏي سک ۽ پاٻوهہ مان ملي هيس جو هڪ لڳاں ماٽس ڪي بہ حيراني وٺي وئي هئي.
"هيڏا ڏينهن لاتئي!؟؟" لڙڪ آيل اکين کي اگهندي مرڪندي ماٽي مان ٿي پڇيس.
"........." ۽ ماٽس لاجواب ٿي سندس ٻن مهينن ۾ نڪري آيل جوڀن کي تڪڻ لڳي هئي. هوءَ سمجهي نہ سگهي هئي تہ هوءَ تہ ڇهہ ڇهہ مهينا گذرڻ پڄاڻان بہ ايندي هئي تہ منهن ڏئي ڳالهائيندي ڪو نہ هئس ۽ هيل جڏهن هيڏو سوير آئي آ، ڇڙي ٻن مهينن پڄاڻان تہ ڏوراپا پئي ڏئي.
ماٽس اجا رئي جي پلاند سان پڪهر اگهندي ويٺي ئي مس هئي تہ هوءَ ٽڌي پاٽيءَ جو وٽو ڀري آئي هئس سڀ ڪم سانگا اڌ ۾ ڇڏي اچي ڀر ۾ ويهي رهي هئي. هڪ هڪ جو پڇيو هٿائينس پيٽڻ پاٽيڃن جا حال ورتا هٿائينس ور ور ڏئي تازو شادي ٿيل ڀيڻ جون ڳالهيون پڇندي رهي هئس ۽ ڪيڏو ٿي چاهيائين تہ ماٽس ٻين ڳالهين سان گڏ پيٽس جي گهر ۾ رهندڙ "هُن" جو بہ ڪو ذڪر ڪري، جنهن جي هوءَ نانءَ ڪان بہ بي خبر هئي. ماٽس جڏهن ڳالهائيندي ڳالهائيندي اوچتو چيو هئس
"هاڻ اتي وڃي پنهنجو ڪم ڪر تہ جيجون نہ ڪاوڙجن" تڏهن ڪن لئہ منهن جو پنو ئي لهي ويو هئس. بي دليءَ مان اتي اڳتي وڌي وري اچي پيرن ۾ ويٺي هئس
"امان! اڄ مان بہ تو سان هلندم!"
"تون ڪيئن هلندينءَ ؟ هاڻي تہ تي آئي آن!"
"هاڻي تي آئي آهيان...؟! ورهيہ تي ويا آهن ورهيہ (ذري گهٽ روئندي) سدائين لاءِ پاڻ سان وٺيو هل نہ، منهنجو هاڻ هتي من نہ ٿو لڳي!"
"چري ٿي آ ن چا.... مان مرشدن جو رنج ڪٽندم، الله ڏنو آ، درگاهہ جي ڏڻيءَ ٻچڙو ڏنو آ. تون هڪ ڀائيڙي جو خير نہ ٿي گهرين؟!"
"منهنجي هلڻ سان انهيءَ کي ڇا ٿيندو؟!" سڏڪي پئي هئي.
"هت ڪو ڏکي تہ ڪونهين اتي مان کهڙا ڪڪڙ پلاءُ رڌي پئي ڪانوان، جيڪي تون ڪونہ ٿي کائين. هيترو وقت بہ گذري ويو آ باقي بہ گذري ويندو. تڏين چانون ۾ ويٺي آن. اوڏانهن ڪهڙو تو لاءِ سيج وڇي پئي آ، جنهن تي هلي ويهندينءَ مون جيان سڄي حياتي گاهہ ڪندي گذري ويندئي!"

"مان گاهه به ڪندم. تنهنجي حصي جو سجو ڪم به ڪندم. مون کي رڳو هتان ڪڍ!"
"تون ته منهنجي صدوري ڏيءُ آهين نه! ڏس تنهنجي دعائن سان ته ڏٺيءَ منهنجي ٻُڌي. تنهنجي پيتا ڏيڻ سان درگاهه جو ڏٺي به راضي ٿيو. جنهن رب کان ٻچڙو وني ڏنم.. هيئنر مان ڪيئن سائس دغا ڪيان؟"
"ڇا رب اسان جو ڪونهي. رڳو وڏن ماڻهن جو هوندو آ؟"
"چوري ڏاڍي وات پٽي تي وئي آهين. چپ ڪر ته ڪو ٻڌئي نه! ڇئي تي ڏسان جيجيءَ کي موڪل ڏنئين ته ڏينهن ٻن لاءِ وني تي هلانءِ!"
جيجيءَ کي پنهنجي ڪمري ڏانهن ويندي ڏسي پوبان لڳي وئي هيس.
"سانئڻ! چوري ڏهي هٽي بيني آ ته توسان هلندم..."
"چو مٽي ۾ ڦيري تي اٿس ڇا؟" مائي ڪتيءَ جي ڳالهه پوري ٿيڻ کان اڳ ئي ڪٽي اکيون ڦوٽاريون هئائين. جيجيءَ جي اکين ۾ جلالي ڏسي هن "سدائين هلڻ" واري ته ڳالهه زبان تي آندي ئي ڪا نه هئي ۽ جيجيءَ جي جوشيلي آواز وجي شانيءَ جي ڪن کي به کڙڪايو هو.
"چو پلا هونءَ ته ڳوٺ جي نالي کان ونءُ ويندي هئي هاٿي کهڙو منتر پڙهيو اٿوَس جو مهيني ۾ ئي هانءُ تو ڦاتيس.... يا ڪجهه قد ڪاٺ ڪيو اٿائين ته بي ايماني تي آئُوَ؟"
"نه سانئڻ! توهان ته اسان جا امڙ ابو آهيو. جهڙي سُک ۽ امان ۾ هتي آهي مون وٽ ڇا هوندس. مڙئي سمجهه سان ٿي آهي ته ڏسي وائسي روح سرڪيو هوندس!"
"تون ويهه ته تو سان ڪجهه ڳالهائڻو به اٿم"
ڪتي رئي سان فرش چندي ويهي، ڏانهنس سواليه نظرن سان ڏسڻ لڳي هئي "هونءَ نذرانو مليل ڇوڪرين جي قسمت جو فيصلو به اسان ئي ڪندا آهيون، اسان به ڪين ٻچن جيان پاليو آهي. ڪو مَنو ڪو نه سوچيندا سين. پر وري به سوچيم ته مهل سان تون به اچي وئي آهين ته تو سان به صلاح ڪيان. صلاح ڇا؟ توکي به ٻُڌايان ته شانيءَ جو سگَ ڪيو اٿئون. جوان جماڻ ڇوڪري جي اٿين چيڪ گهمندي وتندي ته سياٽي ڪا به ڳالهه ٿي سگهي ٿي، پوءِ الزام ته سجو مالڪن تي اچي ويندو نه. سو سائين ملهار جي خليفي ڏٺي بخش کي ڏني اٿئون. هن جمع تي نڪاح اٿس. جي تون به اچين ته پلي اچجانءِ ڏاج ڏانوڻ سپ ناهي چڏيو تي مانس. ٽائيم ڪونهي نه ته ڏيڪاريانءِ. اوطاق جي پريان مال وارو ڪچو ڪونو به ڇنئون ٿا ته ڏينداسين ته ڪجهه ڏهاڙا اتي

رهن. هونءَ بہ ڏينهن جو تہ ساڳيو ئي اسان جي اکين آڏو هوندي" ٻاهر بينل شانيءَ کي لڳو هو، سڄي تماڙ حويلي اچي مٺس ڪري هجي. ٽڙي ۾ رکيل ريهون بہ ٻاهر نڪرڻ بجاءِ من پاتال ۾ پڙاڏو ڪنديون اندر ئي اندر وڏو گجگوڙ بڻجي ويون هيون.

ڪتي بہ پهريون تہ ڪنهن اڻ لکي ڏک سبب ملول ٿي وئي هئي. پر پوءِ اهو سوچي تہ هتين چڱو سوير ساجهر ئي پنهنجي گهر ور واري ٿيندي تہ مُنهن پاٽي ورندي پاٺهي خوش ٿي ويندي ۽ جڏهن اهي ئي خيال ڏيءُ آڏو ظاهر ڪيا هئائين تہ هوءَ ڪجي تہ ڪجهہ بہ ڪو نہ هئي. بس رڳو حقارت ڀري نظر ماءُ تي وجهي وجي ڇڳل ڪٽ تي اونڌي ٿي ڪري هئي. ڪنهن کي چوي ها. ڪنهن کي دانهن ڏئي ها. ڪو بہ تہ پنهنجو ڪو نہ هئس هن ماٺهن نما پٿرن جي ڍير سان ڀريل دنيا ۾. نہ ڪاڏو نہ پيتو. پيٽ وجي پنيءَ سان لڳو هئس. تپ جا آڙاهہ پٺي ٻريس. اکيون ۽ ڏند وجي منُهن جي نقشي ۾ ڏسڻ لاءِ بچيا هئا. باقي ٻن ڏينهن ۾ ڳلن جو گلابي ماس ئي اندر روڙجي ويو هئس. ڏني جو سوچي ٿي پنواٿيون آيس. ذري گهٽ پٽس جيڏو تہ هو. ٿلهو، ڪارو، نڪ تي تہ جڻ ڪنهن بلڊوزر هلايو هجيس. پنگ جي ڇُڪيءَ ڪانپوءِ ٿيل ڳاڙهين اکين سان جڏهن نهاريندو هو تہ سامهون واري جو ساهہ هيٺ مٿي ٿيڻ لڳندو هو.

پر جڏهن مائي حوا هن جي ٽانڊن جهڙي پيشاني تي اچي پنهنجو ٿڌو هٿ شفقت مان رکيو تہ هن جون بند اکيون ڪلي مٿي کڄي ويون. هوءَ بہ ڏانهنس ئي تڪي رهي هئي. "ڳالهہ کي ڪٽي دل تي ورتو اٿئي چري! سڀني عورتن جي زندگي ائين ئي هوندي آهي، پنهنجي قسمت جي ڏور ٻين جي هٿنءُ جيجيون جيڪي ڪلنديون ڪائينديون رعب ڪنديون ٿيون توکي ڏسڻ ۾ اچن، اندران اهي بہ پورا پورا اٿئي. بس مُٺ مُٺ سور سيڪا ڪنيو وتي ٿي گهمندي. مان بہ تو جيتري هتي آئي هيمر ۽ اڄ ڏس وارن ۾ ڪو ڪارو بہ نہ لينديئي. بس ڪلندي ڪائيندي گذاري ڇڏيمر. جڏهن پنهنجا پنهنجا نہ ٿيا تہ ڏارين تي ڪا ميار؟ اُٺي! مانيءُ گرهہ ڪاءُ، هيتن بہ تہ لوڙيندي، پاڻ بچائيندي عمر وهي ويندئي، هونءَ گهٽ ۾ گهٽ گهر - ور واري ٿي ڪو سک تہ ماڻيندينءَ"

"مائي حوا جي ڳالهين من تي ڪجهہ چندبو وڌو هئس پر جڏهن هڪ دفعو وري ڏني جي شڪل ذهن تي تري آئي هئس تہ نفرت جي لهر اکين ۾ ڊوڙي وئي هئس پر جڏهن هن ڏني جي اکين کي سائين ملهار جي اکين سان ڀيٽيو تہ اهي ڪيس، پنگ جي نشي ۾ ڳاڙهيون هوندي بہ ايڏيون هيبتناڪ نہ لڳيون، تڏهن

سوچڻ لڳي:
"شايد ائين ئي هن گهڙيءَ گهڙيءَ جي مرڻ کان مڪتي ملي وڃيم. هر ڪا جا "گهر" جو آٿت ۽ دلاسو تي ڏئي ته شايد ڪو منهنجو گهر به هجي. هونءَ ته سمهڻ لاءِ ڇپَر ڪٿ به نصيب ناهيم. پوءِ شايد ڪو پانهن جو هندورو ملي وڃينم" پاڻ ئي پاڻ ڪجهه دل کي دلاسن تي بهلايو هئائين.

اڄ جمعي جي ڏينهن هئڻ ڪري، درگاهه تي به ڏاڍي اچ وڃ لڳي پئي هئي. گهر ۾ سوالين جي الڳ پيهه به هئي ته شاني ۽ ڏني جي شاديءَ جو ڇوٻول به ڪيڏو فرق هو پيٽس ۽ سندس شاديءَ ۾. نه ونواهه ۾ ويني هئي نه سونهن وڌائڻ لاءِ ڪنهن اٽي تيل جون مالشون ڪيون هئس نه مينديءَ جي هبڪار نه گلڻ جي سگهند. سندس من ۾ وسيل ميندي ۽ موتئي جي هبڪار ڏيندڙ گل ته ڪڏهوڪو ڪومائجي ڇڻي ويا هئا. ان ڏينهن به هن پئي جيجين جي تنگن جي ازلي پيڙ کي مهٽا ڏئي گهٽايو، جو ٻاهران ڏني ڳاڙهو فليٽ جو وڳو وٺي موڪليو هو. تڏهن ڪانئس ڪم ڇڏرائي وڳي پائڻ لاءِ چيو هئائونس. مائي حوا سندس ٻه چوٽيون ڪيون هيون. ڪجل ۽ سرخيءَ جي رنگ سندس سونهري رنگ کي ڇڻ چنڊ هٽي ڇڏيا هئا. ڳاڙهي رئي جي گهونگهٽ ۾ سندس چهرو چوڏهينءَ جي چنڊ جيان اجرو ٿي پيو هو.

نه ڪا رسم، نه ڪو دهل سهرو، گهڙيءَ کن کان پوءِ جڏهن سج به ٽانيڪو ٿيو ڏنو به ٻاهرئين ڪم مان واندو ٿيو ته ٻه ٽي ٻانهيون ڪيس وٺي وڃي اوطاق پريان پراڻي مال جي ڪوٺيءَ ۾ ڇڏي آيون. جنهن کي ڏني ميڙي صاف ڪري ڇڏيو هو.

چادر وڇيل کٽ تي پير رکندي ئي ڪا سور جي دٻايل سٽ زوريءَ ايري آئي هئس. اکين مان وهندڙ اجهل ڳوڙهن سندس ڳلن تي به ڪاربون ڪجل جون ڏارائون ناهي ڇڏيون هيون. شاديءَ جي رات ڇوڪريءَ جي اندر سپنن جي رات هوندي آهي. بلڪ سپنن جي ساپيائن جي رات هوندي آهي، جنهن ۾ اکين ۾ تري ايندڙ لڙڪن کي آشپ ڇني تاريو ويندو آهي. پر هن جي جيون ۾ ته ڪا به شپ گهڙي آئي ئي ڪين هئي. جمڻ کان وٺي هن هر رات کي پنهنجي نصيب جي منهن تي ڪارنهن مليندي ڏٺو هو. اڄوڪي رات ته ڪومل احساس جي رات هئي ۽ اڄ هن ماتم ڪرڻ ٿي چاهيو. ڪُليءَ دا، سان، ڌرتي جي سينې تي اونڌا گوڏا ڪري ويهي پنهنجي سيني تي ڏک ٺي پنهنجي جيون جي لمحي لمحي جو ماتم انهن رشتن جو ماتم جيڪي جوڙڻ کان اڳ ئي

ڪنهن ٽوڙي ڇڏيا هئا. انهن احساسن جو ماتم جن اجا ڳالهائڻ جي همت ڪئي ته سندن زبان تي تيز ڪهاڙو هلايو ويو.

ٻاهر ٽيندڙ چرپر کي محسوس ڪندي پاڻ کي ضبط ڪندي چپ ٿي وئي هئي. اچڻ وارين گهڙين جو سوچي ڳوڙها پي، قدمن جي آواز ڏانهن لاشعوري طور سندس ڪن کڄي ويا هئا. پهريون ته اڪيلي جاءِ ۾ هڪ لڳاتار ڊڄ ٻه پٽي ٽيس پر پوءِ ڏني جي اوس پاس موجودگيءَ جو سوچي آٿت ٿي ويو هئس. اهو ڏنو، جنهن کان ڪرپ به ٿي آيس. پر اڄ ڪيس هن "بي پناهه" دنيا ۾ "جاءِ پناهه" محسوس ٿيڻ لڳو هو.

مرداڻي بوٽن جي آواز کي ڪمري ڏانهن ويجهو ايندي محسوس ڪندي، رئي ۾ لڪي سوڙهي ٿي وئي هئي.

"هان وٺ تنهنجي مبارڪ آ" ڪڙڪ نوٽن جوآواز

"سائين ! توهان جو ته اهو ئي وڏ گهٽو آ. هيءَ ڏني ڇو ٿا لڄي ڪيو؟"

"نه بابا اهو تنهنجو حق آهي!"

"سائين منهنجو نذرانو به حاضر آهي.!" معنيٰ خيز ٽهڪ.

در ڪلي بند ٿي ويو هو. ڪُنڊي بند ٿيندي ئي هن بند ٿيل اکين کي وڌيڪ زور ڏئي پوري ڇڏيو هو ۽ جڏهن گهونگهٽ مٿي ڪري مضبوط مرداڻي هٿ سندس ڪاڏيءَ کان منهن کي مٿي ڪيو هو ته غير ارادي طور هن جون اکيون کلي ويون هيون. تڏهن سامهون بند ڪونيءَ ۾ پاڻ سان گڏ کٽ تي ويٺل سائين ملهار کي ڏٺائين، جنهن جي اکين جي هيبتناڪ شيطاني گهُور جڻ ڪيس ڏٻڻ ۾ ڏکي ڇڏيو هو. اهڙي ڏٻڻ جنهن مان سندس رڙين کي به ٻاهر نڪرڻ جو رستو نه ٿي مليو ۽ هو به سندس وجود جيان ويون ٿي پاتال ۾ پيهبيون.

# اڄ تہ پهاڙ اڪاريون

پيار بہ ڪنهن ٻارڙيءَ جي سيني تي اڀري آيل اهڙو ڳڙ ، جنهن کي وقت ۽ عمر جي مرهم لاهڻ بجاءِ ويندي آهي وڌائيندي. ڪيڏو چاهيندي آهي ڀوءَ ان کي دنيا جي نظرن کان لڪائڻ. اذيت ڏيندڙ سور کي چپ چاپ سهندي رهڻ ۽ لڄ کان ڳڙ کي دٻائيندي، ڍڪيندي رهڻ. انيڪ تهن هيٺان پر هر تهہ کي جيئن هو شڪست ڏئي جيئن پوءِ تيئن وڌي نسري ۽ نروار ٿي بيهي رهندو آ.تيئن پيار بہ مڙني مصلحتاً ۽ بندشن جي تهن کي پري اڇلي نسري نروار ٿي بيهندو آ. ڪڏهن بہ نہ ڇٽڻ، نہ لهڻ جهڙو ڳڙ بڻجي.

اسان ۾ ڪجهہ بہ ارادتاً نہ ٿيو هو، الائي ڪيئن وڌندا رهيا هئا قدم، ان ڏسا ڏانهن جنهن جي ڪا بہ منزل نہ هئي. ڄاڻون بہ پيا پر ڪجهہ ڪري نہ ٿي سگهياسين جو ان ۾ اسان جو شعور تہ شامل ٿي ڪين هو. بس ڪا لاشعوري ڇڪ هئي جنهن ڇڪي اسان ٻنهين کي ايترو هڪ

ٻئي جي قريب آڻي ڇڏيو هو جو مڙي پنتي نهارڻ جي سگهہ ئي وڃائي ويٺا هئاسين ڇڻ پنتي نهاري پنڌ پهڻ ٿي وڃڻ جي ڀڪ هجي. اسان تہ پنهنجي پنيان نہ نهاريو هو پر اسان جي پٺيان بيٺل حالات جي ڌٻڻ زوريءَ اسان ٻنهين کي ڇڪي پنهنجي واڳونءَ جهڙي وات ۾ ڳڙڪائي ڇڏيو هو.

منهنجي ڊائري جي اڻ لکيل پنن ۾ اضافو ٿيندو ٿي ويو ڇالکان ها؟ سڀ احساس ئي وڃائجي ويا هئا. ائين لڳو هو ڄڻ منهنجي من ڌرتيءَ تي اوچتو ئي اوچتو ڪو بم ايڪسپلوڊ ٿيو هجي ۽ منهنجو وجود بڻجي ويو هجي رک ئي رک، بارود جي بوءِ رڳ رڳ ۾ ساهہ جي هر نليءَ ۾ ..... هيرو شيما ناگاساڪي ..... ايٽم.... دونهان.... رڙيون..... ريهون. ... سڏڪا... لاش ... انبار لاشن جا! هيڏي زندگي، جا ڪنڌ ڪڙڇ ۾ وسيل هئي ڪيڏانهن وئي؟

ڪيڏانهن وئي..... ڪڏانهن وئي ؟؟؟

ڪڏانهن ويو اهو سڀ ڪجهہ جيڪو مون سان هيو،منهنجو پنهنجو هيو... منهنجي زندگي .... ؟

زندگي؟
زندگي ......؟؟
زندگي .......؟؟؟
يا تون هئين يا تنهنجي ڏنل ڪتابن جي سنگت. باقي دنيا ۾ ڇا ٿي وهيو واپريو، مون کي ڪا به ڪل ڪا نه هوندي هئي. پر هاڻ تو پڇاڻان تنهنجا ڪتاب به منهنجي هٿن ۾ ايندي ڏکيا پئي. جڻ مان بنهه به ڪا اوپري بڻجي پئي هجان سندن لاءِ هر ڪتاب جي ٽائيٽل تي به اکيون ٺهي پونديون هيون، جن جي ماڻڪين مان رستو ناهي ٻاهر نڪري پونڊڙ هٿ هر وقت الوداعي انداز ۾ لڏندو نظر ايندو هو. ڪتاب جڻ پير ڪري مون کان پري ڀڄڻ لڳا هئا.
ڇا پڙهان ها.... هر ڪتاب جي لکٽي آثار قديمه مان لڌل جانورن جي ڍانچن جي شڪلين جيان عجيب و غريب هيئت ناهي مون کي ڊيڄارڻ لڳي هئي.
"مان ڇا هيم، ڇا آهيان.....؟ جي پڙاڏن منهنجي ذهن جي غفائن ۾ وڃي وڃي مون کي ذهني طور مفلوج ڪري ڇڏيو هو، آئيني آڏو مون کي پنهنجو چهرو نه پر ڪوئسچن مارڪ نظر ايندو هو ۽ مان پنهنجي چهري،پنهنجي وجود تي لکيل ان سوال جو ڪڏهن به ڪو جواب پائي نه سگهيس. اڄ تائين به اهو سوال حل ناهيان ڪري سگهي ته مان ڪير آهيان؟ ڇو آهيان؟ ڇا لاءِ آهيان؟"
منهنجي گهر جو دروازو پوءِ به کليل ئي رهجي ويندو هو، تنهنجي اچڻ جي آس ۾. پر تون... تون نه آئين. دروازي جي انجيسن ۾ وئي ٿي ڪٽ ڄمندي اوسيئڙي جي لڙڪن جي.
مندون مٽبيون رهيون وٽن ٽٽن لباس بدلايا، انسانن لباس بدلايا پر منهنجي زندگي پنهنجو ڇيڙهيالو لباس بدلائي نه سگهي. يادن جي لٽ ۾ ويو ٿي منهنجو وجود لٽيو. پر توکي خبر آهي ڪيڏي عجيب مذاق ڪئي وئي مون سان ؟ يادن جي لٽ ۾ لٽيل منهنجي بدن تي هڪ نئون نڪور لباس چاڙهيو ويو. جنهن ۾ مصنوعي رنگن جي لالاڻ ۽ سچ جي ڪرڻن جو عڪس پريو ويو هو ۽ اهي جسم ساڙيندڙ ۽ سئين جيان ڇيندڙ ڪرڻا سڄي زندگي مون کي اذيت ڏيندا رهيا آهن ۽ ڪندا رهيا آهن داغدار منهنجي زندگيءَ جي اُجري بدن کي.
ڏس ڪيڏا داغ آهن منهنجي جسم تي، منهنجي روح تي. ڏسڻ ۾ ايندڙ، نه ڏسڻ ۾ ايندڙ داغ. جن جي مرهم دنيا جي ڪنهن به حصي ۾ ناهي دنيا ترقي ڪئي آ، ميڊيڪل سائنس هر بيماريءَ جو حل تلاش ڪري ورتو آهي پر..... منهنجي ڦٽن لاءِ ڪهڙيل مرهم .....؟؟؟
هون! ..... مان به چري آهيان. ڦٽ لهڻ لاءِ ٿورئي ٿيندا آهن

نشان پلي منجي وجن، احساس ڪيئن منجندو.... ڇا اهي ڪا اهڙي دوا، مرهم، جيڪا پل پل اذيت ڏيندڙ احساسن کي ناري سگهي، مٽائي سگهي؟

هاڻي تنهنجي اوسيئڙي ۾ دروازو ڪليل نہ رهندو هو. ڪيئن رهي ها؟ يا رهي بہ ڇو ها پراڻو در، پراڻو گهر جنهن ۾ پنهنجائپ جي ڪوڙن لفظن جي دولاب ۾ منهنجي جسم کي اڇلايو ويو انساني وجود جا بہ عنصر جسم ۽ روح، جن مان هيو عنصر تہ ڪڏهن ڪو ساڳي ڪٽ لڳل ڪليل در جي چائنٽ تي وينو وقت جي ڇيپاٽن سان ڇيپاٽبو رهيو آهي پر هنيو ناهي ۽ هي ءُ جسم..... ها هن جسم ۾ لڳل اڪين ڄا دروازا مان ڪڏهن بہ بند ناهيان ڪري سگهي. اڪيون ڏسنديون ٽيون رهن ڪنهن اڻ ڏٺي دنيا جا منظر ڪجهہ بہ نظر نہ ايندڙ، ڏنڏ ،مبهم عڪس، گر تي ٽيون وجن ان ڏنڏ ۾ پٽڪنديون ٽيون رهن، ڳولهينديون ٽيون رهن، پر ڪجهہ بہ پسي نہ ٽيون سگهن اهو ڪجهہ جيڪو سندن ڏسڻ ۽ ڇهڻ جي وسعتن کان ڏور گهڻو ڏور هليو ويو آهي. جنهن کي ڇڙو محسوس ڪري ٽيون سگهن. من جي پوري سچائيءَ سان. يگ گذري ويا....

سڀ ڪجهہ بدلجي ويو. آئيني ۾ نظر ايندڙ منهنجي اوپري عڪس کي ڏسي منهنجي من اندر جي دنيا ڪلي پوندي آ. اها دنيا جنهن ۾ ڪا تبديلي ناهي آئي. جنهن تان وقت جي دز لهي ناهي سگهي، جنهن کي زندگي / عمر جو تيز وهندڙ ريلو وهائي نہ سگهيو آهي. اهو سڀ جيئن جو تيئن سلامت بيٺو آهي جتي ساڳيا ئي احساس آهن ۽ ساڳيو ئي اوسيئڙو. ڪليل ڪٽ لڳل دروازو، دروازي اندران نراس ۽ وياڪل وينڪس، ڪاري چوٽي ۾ موتئي جا اڇا گجرا پايو ڏسندي تي رهي راهہ، جنهن راهہ تان هو اچڻو آهي.

۽ اها وينڪس پنهنجين ڪارين ڇڳن کي ڇيچ تي ويڙهي،من جي ڳڙڪين مان منهنجي آئيني ۾ نظر ايندڙ هڏيون ڇڏي الڳ تي بيٺل ماس، هيٺو جسم، هشدو چهرو جنهن ۾ اوپري آيل هر گهنج جي پنهنجي تاريخ آ. اپوڪين چانديءَ جي لٽڪندڙ ڇڳن کي ڏسي دک مان ٿڪي مرڪ چپن تي آڻي مرڪي تي جڻ چيڙائي تي.

”وقت ۽ حالات ڪيئن نہ آساني سان توکي پنهنجي چنبي ۾ قابو ڪري ورتو. تون جيڪا اڏول ۽ اٽل هئڻ جي دعويٰ ڪندي هئينءَ، ڪيئن ٽٽي ٽڪرا ٿي وئين؟ تنهنجا آدرش تنهنجي منين مان ڇڏائجي ڪري پور پور ٿي چڪا آهن. پر توکي خبر آهي تنهنجي آدرش جا وڪريل پور مان پنهنجي هٿن سان ميڙي پاڻ وٽ سانڍي رکيا آهن تہ تي سگهي........ تي سگهي ٿو تون هڪ ڏينهن مون وٽ اچين. پنهنجي وڪريل ۽ وڃايل

آدرش کي هڪ دفعو وري پنهنجي هاڻ سان هنڊائڻ لاءِ. پر مان ڄاڻان ٿي، هاڻ تون نہ ايندين ۽ هاڻ تنهنجي گهنجيل ۽ ڦيڻن هٿن ۾ اها سگهہ ناهي رهي جو تون انهن ۾ ايڏو وڏو بار کڻي سگهين. تنهنجي پوڙهي دماغ مان تہ ماضي بہ ڪڏهو ڪو گمشده حافظي جيان نڪري گم ٿي ويو هوندو."

"نہ ماضي ڪڏهن بہ ناهي وسرندو، پوڙهو دماغ ئي تہ ماضيءَ جي آماجگاهہ هوندو آ. ڪمزور دماغ ڪمزور حافظي جي ڪري حال ۾ هلندڙ حالات کي پلي نہ قبولي، نہ سانڍي سگهي پر پنهنجي ڳلين مان ماضيءَ جي قدمن جا نشان ڪڏهن بہ ڊاهي نہ سگهندو آهي. جيئن جيئن عمر اڳتي رڙهندي آهي تيئن تيئن اسان جو دماغ ماضيءَ جون ڳڙکيون کولڻ شروع ڪندو آهي. نہ... . مان ڪڏهن بہ ماضي نہ ٿي وساري سگهان ڪڏهن بہ نہ... ." ٻئي هٿ ڪنن تي چڙ ڏس ڦهلجڻ ٿا لڳن سڏڪا.

"مچان ٿي تو ماضي ناهي وساريو، پر ان کي هاڻ ياد رکڻ مان فائدو؟ ڇا ماضيءَ ۾ ڪيل غلطيءَ جو ازالو هينئر ڪري سگهين ٿي.....؟ تنهنجا آدرش..... ؟ اهي مون سانڍي ورتا آهن ۽ مون وٽ ئي رهڻ ڏي ٿي سگهي ٿو. ان تائين مان پهچائڻ ۾ ڪامياب وڃان، جنهن تائين تون نہ پڄائي سگهينءَ. شايد ان جي منين ۾ اها ئي سگهہ هجي تنهنجي آدرشن کي سانڍي، انهن کي عملي جامو پهرائڻ جي.

مون کي پڪ آهي هو ايندو ضرور. ارادتاً نہ صحيح ڪڏهن واٽ ڀلجي ئي پر ايندو ضرور، مان بيٺي آهيان تنهنجي ڪليل ڇڏي ويل دروازي جي چائنٺ تي، جيڪو بند ٿيڻ جي سگهہ وڃائي ويٺو آهي، پر دنيا جي نظرن ۾ اهو بند ٿيل ئي آ. شايد هو بہ اچي ۽ ان کي بند ٿيل سمجهي بنان ڪڙڪائڻ جي واپس موٽي وڃي. جو ماضي هميشہ بند ٿيل دروازي جيان ئي هوندو آهي. جنهن کي کولي اندر جهاتي پائڻ لاءِ ڪنهن کي بہ چاهہ ناهي هوندو.

# اڪ ڦڪيل جيون

رڪ ۾ رهجي ويل ننڊڙي چٽڪ جي تَوَ، سڄو وجود ئي ڏڪائي ڇڏيو هئس. هن ڇرڪي رڪ مان هٿ ڪڍي ورتا هئا.
چلهه... چڻ سندس ئي وجود ، پين جي جياپي جو ڪارڻ ۽ پنهنجي اندر رڪ - رڪ ڪندي رهڻ، جنهن ۾ ڪڏهن ڪڏهن ڪا خواهش اوچتي هٿن ۾ چيندڙ چٽنگ جيان ڪيس ڇرڪائي وجهندي هئي، جنهن جو سنهون سنهون سور جڳ ڪان لڪل رڳو پاڻ کي محسوس ٿيندڙ.
"امڙ! سگهو ڪر وري اچي مائين جا دڙب لهندا ، ڏينهن تتي جو پوءِ مون کان ڪي ڪين ٿو ٿئي!" ماٽس مڙس جي پيرانديءَ کان ويهندي رڌڻي ۾ ڪيس خيالن ۾ الوپ ڏسي، پري کان چنگهندي چيو.
هوءِ جواب ڏيڻ بنان لڳي وئي ڪم ۾. ٻاهر ٻارندي ڪيانين مان نڪرندڙ دونهين يا پڄرندڙ من جي دونهين تي ڳاڙهيون جيرا ٿي ويل اکيون، رئي جي، پلئه سان اگهئين ٻه پئي ۽ پاٽ ۾ پيل اٽي کي پنهنجي وت آهر زور ڏئي اٿلائي پٿلائي ڳوهيائين ٻه پئي. هٿن پنهنجي ليکي پئي ڪرتب ڏيکاريا ۽ ذهن پنهنجي ليکي پئي اورٽا اوريا.
"ساڳيو ڏينهن ساڳي رات وري وري ڦري ايندڙ ساڳيو ڪم. پاروٽا چهرا، پاروٽا خيال، ڪاٻه نواڻ نه، ڪوبه چَس نه حياتيءَ ۾. ڪاٻه اهڙي شئي نه جنهن کي ڏسندي، اسان من جي اڄ اجهي. ڪوبه چهرو اهڙو نه جنهن کي پسندي نيڻن جي وسيل جوت ٻري پوي. اوندهه انڌڪار ڪوٺيڙي ۾ گهيريل اسان جا گونگا جسم، بي زبان خيال، هر ڪو پنهنجي ٻولي ٻوليندڙ....
بس چڙي هڪ ٻولي ئي سمجهه ۾ ايندڙ ٻڪ.... ٻڪ .... ٻڪ سڄو ڏينهن غلطان پيٽ ۾ ٻرندڙ پنيٽ وسائڻ جي فڪر ۾. پر ... پر... ڪيپراتيءَ اندر دکندڙ جر جا سان ٺري...؟؟!!
ٺرندي ٻه الائي دکي ڪري ڇڏيندي رڪ هي چيتيون چيتيون جيون...؟
"آخ... ٿو..." پيءُ جي اچلايل کانگهاري جي آواز تي ڇرڪي سوچن جي

پلاند مان پاڻ ڇڏائي اُئي هئي.
"جيجي! بي بي مارل ڪونہ ٿي ڏسجي؟"
"امان! توهين ويهو، اجهو آئي، وئي-آهي سنسان ڪرڻ! گرمي بہ آهي
چوڻ جي. جي ويون مايون مڙنديون تہ پوءِ گهڙي بہ ڪين مليس ها،
چيومانس تہ وهنجي سهنجي پوءِ اڳو پوءِ اچي ويهہ ڪتاب تي. ماهہ
پهريون آچر... دعا تعويذ وارين وٽ ميڙو..."
(گهٽيون مايون، گهٽي ڪمائي، خوشيءَ جا احساس ماٽس جي چهري مان
بکندڙ)
"نينگر زينوءَ کي بہ ڇٺوس تہ سيڪاري ڇڏي، هُوءَ نہ تہ هوءَ"
"ائي امڙ! اڄڪلهہ جون ڇوڪريون ڪٿي ٿيون وڏين جي ٻڌن. زينو تہ
چوڻ ٿي مجال آ جو انهن ڪتابن کي پلجي بہ هٿ لائيان. بس شابس آهي
وڏيءَ کي پئي تي منهن ڏئي. پلا وڏن جي پُرِ ڦِٽي تہ ڪونہ ڪبي! مريد مڙو پيو
ٿو اچي، خالي هٿين تہ ڪونہ موٽائبن. پڦس جي منجهيءَ تي ويٺي آ پر
سائين بہ چوندو اٿس تہ ڦاپل کي بہ مات ڏئي وئي آ مريديءَ ۾."
"هائو جيجي! بيشڪ .... بيشڪ... جيجي ڦاپل جو تعويذ بہ ڪم
ڪري ڇڏيندو هو... پر انهيءَ کي پڙهت ڪندي چمار لڳي ۽ جيجي مارل هن
چمار ۾ ئي جيجي ڦاپل ڪان اڳاهين ٿي وئي آ تہ اڳتي تہ سندس تعويذ اصل
عرش سان ڳالهائيندو هيو...!!"
"بس امڙ توهين بہ پري پري ڪان ڪهي ٿيون اچو. پوءِ جهڙو حال تهڙو
حاضر." (خوشامد سان گڏ احسان منديءَ جو عنصر لهجي ۾ نمايان،جڻ مفت
۾ شفا وٺي ويندي هجن)
"اڳهائي سگهائي تہ پئي حياتيءَ ۾ ٿئي، ڏٺي تہ نہ ڪري پر جي جيجي مارل
کي ڪا لڳائي ٿئي تہ پوءِ تہ در ئي بند نہ؟ ننڍي نينگر کي بہ چئو تہ ٿورو کي
گهٽو تعويذ ڦيٽو ڪري ابي ڏاڏي جي پِر ۾ ارهو ڇو ٿجي..."
غسلخاني جي در تي ئي سندس ڪنن مائي حر مان جا لفظ جهٽي ورتا
هئا. ائين ٿي لڳس ڄڻ ٿڌي پاڻيءَ سان نہ پر باهہ سان سنان ڪري نڪتي
هجي، سڄو وجود چيپون ٻڌجي ويو هئس.
ٻن ٽن ڏينهن کان ماٽس جو ڪنجهڪو وڌندو پئي ويو. مڙس جي
گهر ۾ ايندي تهائين وڌ.
"اِڙي آخر ڪهڙي پيٽي ٿئي، سڄو ڏينهن متو ٻڌيو پئي چنگهين، ڪا
سٽي ڦڪي ڇو نہ ٿي وٺين؟"
"منهنجون سٽيون هاڻي قبر ۾ هن."
"ڇو پلا! سوير ئي ٿي ٽپڙ ٻڌين، پٽهن جي اميد ڪونہ ڏسندينءَ ڇا؟"
"ها! تو اميد ڏيکاري... شل سدائين جواني ماڻي ،اچي رينهن
جوان ٿيو آ ،شونقڙو بہ اٿس پر تون .... توکي تہ اجان متي هيٺان

وهاڻو آ" اٿي ويهي رهي هئي، سڄو ڪنڌهڪو وساري.
"شل نہ ڪا وهانو شاديءَ جي ڳالهہ ڪَنَ پوين، سڀ سور وساري ويهنديون، الائي رنن جي ڪهڙي ڪني عادَت آ."
"ڪني عادت آهي! الله هڪڙو ئي ٻچڙو ڏنو آ جي رب جلدي جوڙ جوڙيس تہ امڙ لئہ ٻي ڪهڙي سرهائيءَ جي ڳالهہ؟!"
"جوڙ جوڙڻ لئہ بہ ڪو هٿ پير تہ هڻبو نہ... ڇوڪرِ ٻن لٽن ۾ تہ ڪونہ اٿبي ڪو ڳهہ ٽپڙ ٺهرائجي."
"ڳهہ ٽپڙ آهن. اها ڳڻتي نہ ڪر، چاچيءَ جي ڌري، ادي ڦاپل جا ڪنگڻ ۽ منهنجا بہ گهٽيءَ ٽڪا پنجا آهن. ٿي ويندو سڀ ڪجهہ هڪڙو ئي پٽ آ ڪو گهٽا ڪينهن. جيڪو تورو ڪي گهٽو آهي سڀ انهيءَ جو آ ڪو ٻيو حصي پائي تہ ڪونهيس. تون ڇڙي ادي سان ڳالهہ ڇور، ها ڪرائينس."
"۽ جي سگ جي ڳُهر ڪيئن؟"
"سگ ڇا جو، ڇوڪرو سندن اڃا ننڍو آهي، هونءَ بہ مائي پنهنجي پائنيءَ لئہ پڪ ڪيون ويٺي آهي. اسان جي بہ مارُل تہ آهي گاديءَ حوالي، وڏيءَ جي نہ ڪبي تہ ننڍيءَ جي ٺهندي ڇا؟ بہ پينر تہ آهن ڪو ڪارائيندي ياءُ ڪٿي ڪونہ پوندو، جيسين اسان جو سر پوءِ بار سندس مٿان هنِ، الله ايمان ڏيندن ويٺا هوندا حويلي وسايَون!"
"ڇا ٿي سمجهين هاڻو تہ ڪندا نہ؟"
"اڙي ڇو نہ ڪندا؟ تون گادي نشين آهين، اسان جي پٽ کي ڏيڻ لئہ جڳ ٿا سکن، اهو تہ اسان جو مٿن وڙُ آهي جو وٺون ٿا. ست ڏيئر اٿس ڪو ڪهي تہ ڪو نہ ڪائيندو؟ وڏين ٽن جا تہ اڃا مٿا ٿَي ويا آهن. ريئيون هوندن گهر ڪنيون، ڇوٿون نمبر بہ سگ تي ڏني اٿائين.ڏيڻ ۾ پيو آ تہ اسان سان بہ نهڪر ڪو ن ڪندو،توڻ الله تي رکي وڃي ڇئينس"
دهل جو ڌڌڪو.... تاڙين جا زيپٽ.... خوشيون. ...... ٺهڪ...... مبارڪون .... گهوٽ سان گڏ در درين بہ ڳاڙها ڳانا پائي پئي ڇهڪيا...... ڇوڏس ڳا ڙها هٿ سڄي وايو مدل ۾ ڦهليل مينديءَ جي سڳند..... وڏي گوشت ۽ پلاءَ سان پريل پيٽن جون عجيب اوڳرايون.....
"ادي لک لک واڌايون هجنئي ڏٺيءَ پٽ جي جوڙ جوڙيئي."
جڙيل جوڙ تہ هر ڪنهن ڏٺي پئي پر اهو ڪجهہ جيڪو اندر ئي اندر ٽٽندو رهيو هو، سيني جي نظرن کان لڪل هو. ڪو من آسن ۽ اميدن جو ٻٽجي پيو هو ڇڻ قبرستان، انبار لاشن جا، رت ۾ ٻڏل ڇيهون ڇيهون ٿي ويل آهون.... لڙڪ..... سڏڪا.... ڪنهن بہ نہ ڏٺا ها، هر ڪنهن اِن من شمشان جي مٿان زوريءَ ويڙهيل مُرڪن جي تهہ کي ئي ٿي ڏٺو ۽ اَندر اڻ ڏٺو ئي رهجي ويو هو. پر نشان تہ هر هنڌ موجود هئا. اَمٽ نشان،

وهاٽي جي آليءَ ٿي ويل سيني تي، جنهن ۾ منهن لڪائي هن هر رات پنهنجي من کي پاڻ ئي آٿت ڏنا هئا ۽ وهاٽي پنهنجي ڇاتيءَ ۾ هن جا گرم گرم لڙڪ سانڍي ڇڏيا هئا.

رڌڻي ۾ ڦهليل دونهين جي حيران ۽ سواليه وجود ۾، جيڪو حيران هو ته منجهس ايڏي ڪڙاڻ ته آهي ئي ڪين جيڏا اکيون لڙڪ پيون لاڙين....؟!

ڪيئي ڇولن جي ٻانهن تي ڄمي ويل اکين ۽ نڪ جو ڪارو پاڻي. (ڪاري جيون جو عڪاس) ۽ پوتين جا آلا ٿي سڪي ڇوڙو ٿي ويل پلو، ڇا وساري سگهندا ته ڪين هن دهل شرناين ۽ خوشين پرئي وايو منڊل ۾ ڪهڙي سوڪڙي ڏني وئي؟!!!

"جيجي! مائي ڀاڳان جو ڪم ته ائين ٿي ويو جو پاٽس پاڻ اچي پيرن تي ڪريس ۽ جنهن ڇوڪريءَ کي ونڻ ڪان نهڪر ڪيو ويٺا ها، اصل ترين تي ڪنيو ويس. ڀاڳان ته ڏوري تي هٿ رکي پئي چوي ته "اهو سچو جيجي مارل جي تعويذ جو ڪم آهي نه ته مون نه مٺا سهايا ها" بس سانئڻ مون کي به اهڙي ڪا دعا ڏي جو اصل جهٽ ٿي وڃي"

"بس مائي! جيڪو وس ۾ اٿم ڪيان ٿي، وڏيڪ رَبَ کي طاقت آ" دبي ۾ پهريون ئي لکي ڇوڙي ڪري رکيل دعا هن جي هٿ تي رکندي بيزار ۽ ٿڪل لهجي ۾ چوندي، من ئي من ۾ سوچي ٿي:

"جي دعائون تقدير مٽائين ها ته پنهنجي جيون ڌارا نه مٽائي وجهان ها!"

ساهه کي مونجهه، هلڪي ٿڌڙي هير ۽ ماڪ ڀنل وايو منڊل ۾ به پڳهر ۾ شر، چنڊ جي هلڪي روشنيءَ ۾ پکڙيل نرڙ چمڪيس پئي. اکيون اپ ۾ ،من ۾ پيڙ، سنڌ... سنڌ ڏڪنڌڙ....

"سڄي ڏينهن جو ٿڪ.... اونهون.... ڪو اڄ نئينءَ مان ڪيو اٿم. روز ڪندي هان... پوءِ اڄ....." نه سمجهه ۾ ايندڙ ڪيفيت، عجيب بيزاري طبيعت ۾. ڪاوڙ .... ڪنهن تي؟ نظرون ڪجهه پر پرو سٽل ماءُ جي سانت چهري تي کُپي ٽيون وڃنس ۽ اتان ٿيندون پريئنءَ ڪٽ تي سٽل پيءُ جي چهري تي، تيرهينءَ جي چنڊ جي چانڊوڪيءَ ۾ هوءَ چڱيءَ ريت پڙهي ٿي سگهي، چهرن تي لکيل تحرير......

"سيني مردن جي چهرن تي ساڳي ئي تحرير هوندي آ، خود غرضي، انا پرستي ۽ ڏرتيءَ جي مالڪي هٿ ۾ هئڻ جهڙي تحرير.....؟؟ سيئي مرد هڪڙي ئي انداز ۾ سوچيندا آهن، پوڇا.... پوڇا..... پوڇا.... پنهنجي شرير جي ڪرائڻ مخالف جنس کان! مخالف جنس.... سنئن پاهڻ وجود سان مٿو ٽڪرائي ٽڪرائي ٿي ويندي آ رتو ڇاڻ... پٿر جو بت ته پٿر جو بت ئي رهندو آ، پر هوءَ

ويندي ا ميڻ جيان رجندي، ڳرندي، ڳوڙهن جو درياهہ بڻجي وهي ڏرتيءَ تان ئي الوپ ٿي.

عورت رڳو عورت ئي هوندي آ. انانءَ، اسجاڻ.... نانءُ تہ مرد جو هوندو آ. سڃاڻپ تہ مرد جي هوندي آ. عورت جو وجود ئي سندس هئڻ سان هوندو آ نہ تہ مٽيءَ جو ڍير.... گوشت جو ٽڪرو... .. چاهين چباڙين، چاهين ڪتو ڪري ڪتن جو پيٽ پرين. پر ..... مرد جي خوشنودي حاصل ڪرڻ لاءِ عورت بہ تہ عورت کي ماريو آ نہ! هڪ هٽ سان تہ تاڙي ڪين وڄندي، جي سڀئي عورتون گڏجي.... (حسرت مان نظرون ڪجي ويل ماءُ جي پٺي ورايل وجود تي) پر ڪو بہ ماڻهو ڪجهہ بہ تڏهن ڪندو نہ تہ جڏهن ڪيس خبر هجي تہ مون سان ناحق پيو ٿئي. هتي تہ پنهنجي حقن جي ئي ڄاڻ ڪونهين تہ حقن جي پائمال ٿيڻ تي ڪهڙو آواز اٿندو.....؟؟!

هلڪي هوا جو جهونڪو سڄي سرير کي ڪتڪتائي ٿو وڃيس. چادر چڪي ڪرونڊڙي ٿي ٿي وڃي. سڄي جسم ۾ سٽاندڙو،ڪن پل کان پوءِ سڌي ٿي آڪيون چنڊ ۾ کُپائي ٿي ڇڏي. پنهين چنبن کي ملائي آرس پيچي جسم ۾ پريل ٽڪ کي ڪِهنائڻ جي ڪوشش ٿي ڪري. منهن تي وياڪلتا جون انيڪ ريکائون اپريل. ڪجيءَ پنيان چنڊ چڻ ساٿس لڪ اکوٽي کيڏي کيس ريجهائي ٿو پر ناڪام ٿي ٿو وڃي.

"اڄ سندس گهرج گهٽجي وئي آ يا وڌي؟ چو نہ ٿي مون کي ڏسي مرڪي؟" چنڊ سوچي ٿو، سمجهي نہ ٿو. پيڻ جي پاسي ورائڻ تي ڪٽ جي هلڪي چيڪٽ تي ڏانهنس ٿي ڏسي. معصوم، لا علم، دنيا جي روش کان، محرومين ۽ مايوسين کان.... "ڇا هيءَ بہ مون جيان.....؟! .... نہ ..... نہ ..... مان هن سان اهو ڪجهہ ٿيڻ ڪو نہ ڏيندم، جيڪو مون سان ٿيو. جو ڪجهہ بہ مان پوڳيو آ. هيءَ ڇو پوڳي؟ مان منجهس همت پريندم. وڙهڻ جي، ڳالهائڻ جي تہ هن ناانصافيءَ جي جڳ مان انصاف ڪيئن وٺبو آ. جنهن معاشري ۾ حق جي ڳالهہ ڪرڻ تي نياٽي جو حق بخشرايو ٿو وڃي، ان معاشري کان حق کسڻ جي مان منجهس سگهہ پيدا ڪندم. جنهن پيڙا کي مان پئي پوڳيان، هيءَ ڇو پوڳي. مان ڪيس اهوڪجهہ ڏياريندم، جيڪو مون کي نہ مليو... جي مون لاءِ بہ ڪا مارو پيدا ٿي پئي ها تہ اڄ.... اڄ....."

سڏڪا..... سور..... سرير ۾، روح ۾.

هر پراڻ، پور ئي پورا جيون آهي چڻ ڪنير جي آوي، پيا ٿا پچون.... پيا ٿا پچون باهر نڪري ڪن پل ۾ تتي ٽڪرا ٿي وڃڻ لاءِ.

مَنيل مُند، مَنيل وايو مندل، هر شئي تي چڙهيل ڏينهن،

مهينن، سالن جي ڏوڙ، گهر جي هر شئي بدليل پر ذهن جي ڪوٺيءَ ۾ ڦرندڙ خيالن ۾ ڪا به ڦير نه. ساڳيا خيال، ساڳيا احساس....

جنوريءَ جي ٿڌي يخ رات ۾ سڪي پاڻو ٿي ويل سڄي ڪائنات. وڻ ٽڻ هر در ديوار ۾ ڏڪڻي هجي جڻ، (سياري جون راتيون بنان سبب وحشتناڪ ۽ اداس) خشڪ ٿي ويل ڳلو، نڙيءَ ۾ ڦهلجندڙ زهر، من ۾ ڦٽي پيل چڻ اڪ جو وڻ. سڄو وجود ڪڙاڻ ئي ڪڙاڻ..... ٿڌي برف وسائيندڙ رات ۾ ڄڻ پارو ٿي ويل هر شئي. چنڊ به ڄڻ اپ جي جهول ۾ برف جو ٽڪرو ٿي لڳو. پر ماروءَ جو من ته ڄڻ ڪورو ٻٽيو پيو هو. اندر ۾ پئي ٻارڻ ٻريو ۽ دونهون لڙڪن جي شڪل وٺي پئي لارون لارون وهندو رهيو. هيڏانهن هوڏانهن پاسا ورائي سمهڻ جي ناڪام ڪوشش..... ٽوٽ چپن جي خاموش تقاضا..... اڄ..... اڄ.... اڄ.... سامهون ڪنڊ واري کٽ تي پيل رلين جو ڍير.

"زينو.....!" زينوءَ جي خالي کٽ پريل رلين جو ڍير سان ڏسي من ۾ عجيب ڇڪ ٿي محسوس ڪري زينوءَ لاءِ. هڪ زينو ئي ته هئي، جنهن سان سياري جي ڊگهين هيبتناڪ راتين جو خوف گهٽائڻ لاءِ هتان هتان جا قصا ڪيڏي وهندي هئي. پئي سوڙين مان منديون ڪيڏي پيون آڌيءَ اڌ رات تائين ڳالهيون ڪنديون هيون. ڪيس ته ننڊ ايندي ئي گهٽ هئي. پر ڳالهائي ڳالهائي جڏهن اوٻاسيون ڏئي زينوءَ تي ننڊ جي ڪهل طاري ٿي ويندي هئي ته ڄڻ ماروءَ تي رات پنهنجو اثر شروع ڪري ڏيندي هئي. ڪتن جي ٻونڪ ۽ هوا جي زوزاٽن تي ويندي هئي سوڙ اندر ڳنڍ ٿيندي. جيڪي اُتون من تي تري ايندي يون هيس پئي سيني تي شوڪاريندي هئي. پر جي اچا به خوف نه لهندو هئس ته اٿي ٽپ ڏئي زينوءَ جي سوڙ ۾ گهڙي ويندي هئي. پر هاڻ جڏهن زينوءَ کي مائٽن سان رات ڏينهن مٿو ماري ڪري پنهنجي گهر وارو ڪيو هئائين ته سندس هيڪل من اندر اچا به کي رهجي ويل هيڪلايون ۽ نراسايون ٻاهر نڪري ڪيس ڏنيڻ لڳيون هيون.

اڄ خوف نه پر گهُٽ ٿي محسوس ڪري ڪمري ۾. ائين ٿو ٻاسيس ڪو ٻنهين هٿن جي زور سان سندس ڳلي کي گهٽيندو هجي. سوڙ لاهي اٿي در کولي ٻاهر ٿي نڪري. ٿڌ ۽ هلڪي چانڊوڪيءَ جي هشڊ ۾ وهنتل اڱڻ. ٿڌين جو ماحول کي پر اسرار ڪندڙ آواز...... چوڌس سانت ئي سانت، سانت جي به پنهنجي ٻولي خوف ۽ هيبت ۾ پريل، وڻن جا اونداها جسم، ائين ٿو لڳيس ڏانهنس ويجها ايندا ٿا وڃن، ڪنڊن پاسن کان اونداهيءَ جا راڪاس ڄڻ وات پٽي ڪيس کائڻ ٿا اچن.

تڪڙ ۾ گهڙا منجهيءَ تي رکيل دلي مان پريل اڌ هاريل پاڻيءَ جو وٺو، هڪ ساهيءَ ۾ پي وراڻدي ۾ ٿي اچي.

اندر باهر سيءَ.....!!!"

پاءَ جي ڪمري مان ايندڙ آواز... پاڇائيس جا، سرگوشين ۾ ماٺا، ڪٽ جا چيڪاٽ، چوڙين جي ڇنن....ڇنن..... ٺهڪ.....

پير جمي ويل فرش تي، چاهيندي به اڳتي نه وڌندڙ.... اڪيون ڪُپي ويل به تاڪائين در ۾ جنهن جي سيرن مان ليٺا پائيندڙ روشني جڻ ڇهبڪ هڻندي هجي. سندس اونداهي وجود تي. ٻاهر جي وڌي ويل تڏين جو آواز ۽ اندران وڏيڪ ٺهڪن جا آواز هاها... هاها.... هاها.... هاها.... ٻئي هٿ ڪنن تي، زوريءَ فرش تان ڇڏائي اڳتي وڌندڙ قدم، سامهون ماءُ پيءُ جي ڪمري جو بند دروازو! ڄڻ ٻئي درواز چٽر هجن مٿس.

چاهي ٿي سٽ ڏئي، لت هڻي ٻئي بند دروازا کولي ڇڏڻ، اندر ٿيندڙ سڀ ڪجهه واڪو ڪري ڇڏڻ، پر... پر ڪنهن کي ڏيکارڻ لاءِ.....؟

زور سان بند ڪيل پنهنجي ڪمري جو دروازو، اڃي ساڻي تي ڪٽ تي ڪري. من ۾ يڪن ڪان گهٽيل سڏڪا زوريءَ ٻاهر نڪري ڄڻ ٻاهر ڦهليل ٺهڪن کي مات ڏيڻ ٿا چاهين. اڻ ڪيل ڏوهن جي عمر قيد بامشقت سزا تي.

## صنوبر سيد

جو

شاعراڻن خيالن / نثري ٽڪرن جو مجموعو

## خواب اسان جا جنگي قيدي

۽

ڪهاڻين جو مجموعو

## تو کان ٽينڊي ڏار

آخري ڪجهه ڪاپيون وڪري لاءِ موجود

# پڙهندڙ نسُل . پَ نَ

## The Reading Generation

1960 جي ڏهاڪي ۾ عبدالله حسين ” اُداس نسلين“ نالي ڪتاب لکيو. 70 واري ڏهاڪي ۾ وري ماڻڪَ ”لُڙهندڙ نسُل“ نالي ڪتاب لکي پنهنجي دورَ جي عڪاسي ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. امداد حُسينيءَ وري 70 واري ڏهاڪي ۾ ئي لکيو:

انڌي ماءُ ڄڻيندي آهي اونڌا سونڌا ٻارَ
ايندڙ نسل سَمورو هوندو گونگا ٻوڙا ٻارَ

هر دور جي نوجوانن کي اُداس، لُڙهندڙ، ڪَڙهندڙ، ڪُڙهندڙ، ٻَرندڙ، جُرندڙ، ڪِرندڙ، اوسيئڙو ڪندڙُ، ياڙي، ڪاٺُو، ياڄوڪَڙُ، ڪاوڙيل ۽ وِڙهندڙ نسلن سان منسوب ڪري سگهجي ٿو، پَر اسان اِنهن سڀني وِچان ”پڙهندڙ“ نسل جا ڳولائو آهيون. ڪتابن کي ڪاڳر تان کڻي ڪمپيوٽر جي دنيا ۾ آڻڻ، ٻين لفظن ۾ برقي ڪتاب يعنيٰ e-books ناهي ورهائڻ جي وسيلي پڙهندڙ نسل کي وَڌڻ، ويجهَڻ ۽ هِڪ ٻِئي کي ڳولي سَهڪارِي تحريڪ جي رستي تي آڻِڻَ جي آسَ رکون ٿا.

پڙهندڙ نَسل (پَـنَ) ڪا بہ تنظيمَ ناهي. اُنَ جو ڪـو بـہ صدر، عُهديدار يا پايو وِجهندڙ نہ آهي. جيڪڏهن ڪو بہ شخص اهـڙي دعويٰ ڪري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهـو ڪُـوڙو آهـي. نـہ ئي وري پَـنَ جي نالي ڪي پئسا گَڏ ڪيا ويندا. جيڪـڏهن ڪـو اهـڙي ڪوشش ڪـري ٿـو تـہ پَـڪَ ڄاڻو تـہ اُهو بہِ ڪُـوڙو آهي.

جَهڙيءَ طَرَح وڻـن جا پَـنَ ساوا، ڳاڙها، نيرا، پيلا يا ناسي هوندا آهن اَهڙيءَ طرح پڙهندڙ نَسُل وارا پَـنَ بہ مختَلِف آهـن ۽ هوندا. اُهي ساڳئي ئي وقت اُداس ۽ پڙهندڙ، ٻَرندڙ ۽ پڙهندڙ، سُست ۽ پڙهـندڙ يا وِڙهـندڙ ۽ پڙهـندڙ بـہ ٿـي سگهن ٿا. ٻيـن لفظن ۾ پَـنَ ڪا خُصوصيِ ۽ تالي لڳل ڪِلَب Exclusive Club نـہ آهي.

ڪوشش اها هوندي تـہ پَـنَ جا سڀ ڪَـم ڪـار سَـهڪاري ۽ رَضاڪار بنيادن تي ٿين، پـر ممڪـن آهـي تـہ ڪـي ڪـم اُجرتـي بنيـادن تـي بـہ ٿِيـن. اهـڙي حالت ۾ پَـنَ پاڻ هِڪَـٻِئي جي مـدد ڪَـرڻ جـي اُصـولَ هيـٺ ڏي وَٺُ ڪنـدا ۽ غيرتجـارتي -non commercial رهنـدا. پَـنَ پـاران ڪتـابن ڪـي ڊِجيِٽـائِيز digitize ڪرڻ جي عَملَ مان ڪـو بـہ مـالي فائدو يا نفعو حاصل ڪـرڻ جي ڪـوشش نـہ ڪئي ويندي.

ڪتابن ڪي ڊِجيِٽائِيز ڪرڻ ڪان پـو ٻيـو اهـم مرحلو وِرهائڻ distribution جـو ٿينـدو. اِهـو ڪـم ڪـرڻ وارن مـان جيڪـڏهن ڪـو پيسا ڪمائي سگهي ٿو تہ ڀلي ڪمائي، رُڳو پَـنَ سان اُن جو ڪو بہ لاڳاپو نہ هوندو.

پَنَن کي کُليل اکرن ۾ صلاح ڏجي ٿي تہ هو وَسَ پٽاندڙ وڏِ کان وَڏِ ڪتاب خريد ڪَري ڪتابن جي ليکڪَن، ڇپائيندڙن ۽ ڇاپيندڙن کي هِمٿائِن. پر ساڳِئي وقت عِلم حاصل ڪرڻ ۽ ڄاڻ کي ڦهلائڻ جي ڪوشش دوران ڪَنهن بہ رُڪاوٽَ کي نہ مڃن.

شيخ اَيازَ علمَ، ڄاڻَ، سمجهہَ ۽ ڏاهپَ کي گيتَ، بيتَ، سِٽَ، پُڪارَ سان تَشبيهہ ڏيندي انهن سيني کي بَمن، گولين ۽ بارودَ جي مدِ مقابل بيهاريو آهي. اياز چوي ٿو تہ:

گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن، جي ويريءَ تي وار ڪَرن ٿا.

... ...

جئن جئن جاڙ وڌي ٿي جَڳَ ۾، هو بوليءَ جي آڙ ڇُپن ٿا؛
ريتيءَ تي راتاها ڪن ٿا، موتي مَنجهہِ پهاڙ ڇُپن ٿا؛

... ...

ڪالهہَ هُيا جي سُرخ گُلن جيئن، اڄڪلهہ نيلا پيلا آهن؛
گيتَ بہِ ڄڻ گوريلا آهن........

... ... ... ...

هي بيتُ اَٿي، هي بَم- گولو،
جيڪي بہ ڪٽين، جيڪي بہ ڪٽين!
مون لاءِ ٻنهي ۾ فَرَقُ نہ آ، هي بيتُ بہ بَمَ جو ساٿي آ،
جنهن رِڻَ ۾ رات ڪَيا راڙا، تنهن هَڏَ ۽ چَمَ جو ساٿي آ-

اِن حسابَ سان اٽڃاٽائي کي پاڻَ تي اِهو سوچي مَڙهڻ تہ ”هاٺي ويڙهہ ۽ عمل جو دور آهي، اُن ڪري پڙهڻ تي وقت نہ وڃايو“ ناداني جي نشاني آهي.

پَنَن جو پڙهڻ عام ڪِتابي ڪيڙن وانگر رُڳو نِصابي ڪتابن تائين محدود نہ هوندو. رڳو نصابي ڪتابن ۾ پاڙ ڪي قيد ڪري ڇڏڻ سان سماج ۽ سماجي حالتن تان نظر ڪچي ويندي ۽ نتيجي طور سماجي ۽ حڪومتي پاليسيون policies اڻچاڻن ۽ نادانن جي هٿن ۾ رهنديون. پَنَ نِصابي ڪتابن سان گڏوگڏ ادبي، تاريخي، سياسي، سماجي، اقتصادي، سائنسي ۽ ٻين ڪتابن کي پڙهي سماجي حالتن کي بهتر بنائڻ جي ڪوشش ڪندا.

پڙهندڙ نَسُل جا پَنَ سيني کي **چو، چالاءِ ۽ ڪيئن** جهڙن سوالن کي هر بَيانَ تي لاڳو ڪرڻ جي ڪوٺَ ڏين ٿا ۽ انهن تي ويچار ڪرڻ سان گڏ جوابَ ڳولڻ کي نہ رڳو پنهنجو حق، پر فرض ۽ اٽٽر گهرج unavoidable necessity سمجهندي ڪتابن کي پاڻ پڙهڻ ۽ وڌ کان وڌ ماڻهن تائين پهچائڻ جي ڪوشش جديد ترين طريقن وسيلي ڪرڻ جو ويچار رکن ٿا.

توهان بہ پڙهڻَ، پڙهائڻ ۽ ڦهلائڻ جي اِن سهڪاري تحريڪ ۾ شامل ٿي سگهو ٿا، بَس پنهنجي اوسي پاسي ۾ ڏِسو، هر قسم جا ڳاڙها توڙي نيرا، ساوا توڙي پيلا پن ضرور نظر اچي ويندا.

ون ون کي مون پاڪِي پائي چيو تہ "منهنجا ياءُ
پهتو منهنجي من ۾ تنهنجي پَنَ پَنَ جو پڙلاءُ".
- اياز (ڪلهي پاتم ڪينرو)